# وڏي وَٽ هُئامِ

ليکڪ

سوڀو گيانچنداڻي

مرتب

عبيد ڪٽپر




سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچي.

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | وڏي وٽ هُئامِ |
| ليکڪ | : | سوپو گيانچنداڻي |
| مرتب | : | عبيد ڪنڀر |
| ڪتاب نمبر | : | 5 |
| ڳاڻيٽو | : | هڪ هزار |
| ڇپائيءَ جو سال | : | سيپٽمبر ١٩٩٧ع |
| ڪمپوزرس | : | پيس ڪمپوزرس، ڪراچي |
| ڇپائيندڙ | : | سنڌ ادبي اڪيڊمي<br>542-سي، سينٽرل ڪمرشل ايريا<br>بي.اي.سي.ايچ.ايس، ڪراچي. |
| ڇاپيندڙ | : | ذڪي پرنٽرس، ڪراچي |
| سرورق | : | وان گوگ، ڊچ مصور |
| قيمت | | 100/= رپيا |

نوٽ: وان گوگ، ٣٠ مارچ ١٨٥٣ع ۾ ڊچ ڳوٺ زنڊرٽ ۾ پيدا ٿيو. ١٩٩٥ع جو سال وان گوگ جو سال ڪري ملهايو ويو هو. سندس جيئري هن جو ايترو قدر نہ ڪيو ويو، پر پوءِ هڪ جپاني تصويرون ڪٺي ڪندڙ سندس هڪ تصوير ڇهہ ملين ڊالرن ۾ خريد ڪئي. "سورج- مکي" سندس مشهور تصويرن مان هڪ تصوير آهي جا ڪئنواس تي آئل ڪلر سان ١٨٨٩ع ۾ ٺاهي هئائين.

## ارپنا

ارپيم

انهن کي

جن جان ڏئي،

انساهه ڏنو.

# ترتيب

# جاڻ-ڪاڻِ

مون ١٩٦٨ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪري، ايگريڪلچرل ريسرچ انسٽيٽيوٽ ٽنڊو ڄام ۾ سوائل ڪيمسٽريءَ ۾، ليب اسسٽنٽ جي دل خوش ڪندڙ نوڪريءَ ۾ داخل ٿي ويس. انهن ڏينهن ۾ مير محمد، جيڪو منهنجو سڳو سئوٽ ٿئي، اهو به ان انسٽيٽيوٽ جي ٻاٽني سيڪشن ۾ ريسرچ اسسٽنٽ طور ڪم ڪري رهيو هو. اسان جي رهائش مير محمد جي هڪ دوست اياز علي ميمڻ جي پوسٽ گريجوئيٽ هاسٽل جي هڪ ڪمري ۾ هئي. ڪمرو هڪ ڄڻي جي رهڻ واسطي هو، پر جيئن ته مير محمد کي رهائش جي لاءِ جڳهه نه هئي، انڪري ان سان گڏ رهندا هئاسون.

ادب پڙهڻ جو شوق مير محمد پاران مون تائين پهتو هو. اسان ٻئي ڪڏهن ڪو ڪتاب يا رسالو (خاص ڪري ماهوار سهڻي) خريد ڪري ايندا هئاسون ۽ گڏجي پڙهندا هئاسون. ان طرح اسان جو لاڙو ادب ڏانهن خاصو وڌندو رهيو. اوچتو فيلڊ مارشل ايوب خان جي حڪومت مان ذوالفقار علي ڀٽي، فارين منسٽريءَ تان استعفيٰ ڏني ۽ ان خلاف خوب واويلا مچائي ۽ نيٺ پنهنجي پارٽي جوڙي ۽ ملڪ ۾ چونڊون ڪرائڻ لاءِ جاکوڙ شروع ڪيائين. هن جي انهيءَ جدوجهد ڪنهن حد تائين هر نوجوان کي سياست تي سوچڻ ۽ سياست کي سمجهڻ جي لاءِ آماده ڪيو. اسين به ان نعري جي جادوگريءَ ۾ مِس مريز ٿي وياسون ۽ سياست کي پڙهڻ، پرجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ

لڳاسون. تيسين، اسين صرف ادبي ڪتاب يا رسالا ئي پڙهندا هئاسون، پر روزانو اخبار پڙهڻ ڏانهن اڃا لڙي نہ سگهيا هئاسون.

ستر جي ڏهاڪي ۾ هڪ ڀيري انور پيرزادي کي شيخ اياز جو ڪتاب "جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي" ڪتان هٿ چڙهيو، جيڪو سوڀي گيانچندائيءَ کي منسوب ٿيل هو ۽ انتساب جي هيٺان لکيل هو: "عاشق زهر پياڪ، وِهُ ڏسي وِهسَن گهڻو." هونءَ ان ڪتاب اسان جي سياسي سوجهہ ٻوجهہ ٻہ وڌائي ۽ وڌيڪ ادب پڙهڻ ڏانهن مائل بہ ڪيو. ورنہ ان کان اڳ گهڻو ٿئو اسين شاهہ جو رسالو، ڪو ادبي ڪتاب يا سهڻي رسالو يا تماهي مهراڻ ۽ نئين زندگيءَ تائين محدود هئاسون. شاعريءَ ۾ طلب المولي، ٻيٺي دادن، صوفي فقيرن کي پڙهندا ۽ ڪنڌ ڌوڻيندا هئاسون. ڳوٺ ۾ فقيرن جو راڳ ٻڌڻ ڪڏهن نہ گسائيندا هئاسون.

هڪ ڏهاڙي دوست هدايت منگيءَ، انور پيرزادي کي چيو تہ: "سوڀي گيانچندائيءَ سان ملڻ پسند ڪندين؟" انور هامي ڀري ۽ اسين يعني انور، مير محمد ۽ مان، سوڀي گيانچندائيءَ سان ملڻ لاءِ هن جي ڳوٺ ٻنڊيءَ وياسون. هڪ ان جو ڪارخانو، اتي پيهڻ ۽ ساريون ڇڙڻ جي مشين ۽ ان سان گڏوگڏ اوطاق. اسان هڪ ڪمري ۾ ويهاريا وياسون ۽ ٿوري دير کان پوءِ، هڪ قداور، ڏاڙهي مڇ ڪوڙيل، گوري چٽي رنگ وارو مڙس اسان کي ڪيڪار ڪري اچي ويٺو، اهو هو سوڀو گيانچندائي.

سوڀو گيانچندائي، جنهن لاءِ شيخ اياز "جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙيءَ" ۾ لکيو هو تہ: "سوڀو اسان جو لال قلندر آهي. هن جي مٽي کان پوءِ هن تي ميلا لڳندا. سوڀي کي ٻنڊيءَ ۾ ڏسي ايئن لڳندو آهي تہ سمنڊ کي ڪُئي جي ٻر ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هجي." اهو سوڀو گيانچندائي اسان جي آڏو هو. پوءِ تہ وَيا دفتر کلندا ۽ تاريخ ۽ ادب جي شهپارن جا ورق اٿلندا. ڪچهري اهڙي جو چرڻ پرڻ تي ئي دل نہ پئي ٿي. هو ڄاڻ جو اٿاهہ ساگر هو، جنهن جو ڪنارو ڪا ڪنڌي نہ هئي. اسين سيڪڙات ٻيڙيائتا، ونجهہ هلائي هلائي، ٿڪا ٿي، نيٺ اتي ئي ڊِراٻو ڪيو. واپس ڳوٺ نہ موٽي سگهياسون.

ان کان پوءِ شروع ٿيو اسان جو سياسي سفر، جيتوڻيڪ مان ڪڏهن

به ڪنهن سياسي پارٽيءَ جو ميمبر نہ رهيو آهيان، پر ائين چوندي بنهہ شرم محسوس نہ ڪندس تہ مان سوويت گيانچداٿيءَ سان ملڻ کان پوءِ ملڪ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو حمايتي ضرور بڻجي ويس. ان کان پوءِ سوويت سان ڪچهريون ٿينديون رهيون ۽ ٿينديون رهنديون آهن. اسين تہ ڇا، هن کان نہ ڄاڻ ڪيترا ماڻهو متاثر ٿيا ۽ متاثر ٿيندا رهندا. حد تہ ان ڳالهہ جي آهي جو شانتي نڪيتن ۾ پڙهڻ دوران، گرديو ٽئگور بہ سوويو گيانچنداڻيءَ کان متاثر ٿئي بنا رهي نہ سگهيو ۽ ڪيس "A Man From Mohan Jo Daro" (موهن جو دڙو کان آيل نوجوان) ڪري سڏيندو هو.

اسان جڏهن "سنڌ ادبي اڪيڊمي" پاران پهريون ڪتاب "سانجهي سمنڊ سپون" شيخ اياز جو ڇاپي پڌرو ڪيو تہ مان اهو ڪتاب کڻي سوويت وٽ ويس. هن ڪي ڪتاب ڏئي ۽ پنهنجو مقصد ٻڌائيندي وينتي ڪيم تہ اوهان جي سهڪار جي ضرورت آهي. هن وڏيءَ دل سان اها آڇ قبولي ۽ هي ڪتاب "وڏي وَٽ هُئامِ"، جيڪو مختلف ڪردارن تي منحصر آهي، جيڪي هن روزانہ عبرت ۾ هفتيوار ڪالم طور ڇاپرايا هئا، اهي ڏيڻ جي آڇ ڪئي. مون بہ دل جان سان قبول ڪئي. هي ڪالم دوست عبيد ڪٽپر سهيڙي ۽ تاريخ وار ڪري، ڪتابي مسودو تيار ڪيو آهي. اسين سندس بہ ٿورائتا آهيون. ڪتاب ڪيترو مان لهڻي، اهو پڙهندڙن تي ڇڏيل آهي.

- ستار

گلستان جوهر
ڪراچي.
١٨ مئي ١٩٩٧ع

# مـون سي ڏنا ماءِ

يورپ ۾ ادب ۽ آرٽ جا نظريا ڪافي آهن، جهڙوڪ ريئل ازم Real-ism سَريئلزم Surrealism، امپريشنزم Impressionism، پوسٽ امپريشنزم Post Impressionism، ڪيوبزم Cubism ۽ فيوچرزم Fu-turism وغيره. انهن جي تفصيل لاءِ ڊڪشنري آف آرٽ جو مطالعو ضروري آهي.

منهنجي نظر ۾، دنيا جا بي مثال نثر نويس، پوءِ اهي ناول نويس هئا يا افسانہ نگار هئا، ١٩١٧ع جي انقلاب کان اڳ روس ۾ پيدا ٿيا. ٽالسٽاءِ، ڊوسٽو وسڪي، گوگول، چيخوف ۽ مئڪسم گورڪي ۽ ٻيا آندري فيف وانگر ڪجهہ گهٽ پائي جا اديب ان دؤر ۾ پيدا ٿيا، جن جي تحريرن، انقلاب لاءِ راهہ هموار ڪئي. انقلاب کان پوءِ مون کي فقط ٻہ اديب وڻيا هئا. هڪڙو افسانہ نگار ۽ ڳاڙهي فوج Red cavalry جو مشهور يهودي مصنف اِساڪ بيبل جيڪو اسٽالن جي هٿان ماريو ويو هو، ٻيو شولو خوف، جنهن پنهنجي مشهور ناول جا چار حصا ڊان آهستي وهندي رهي ٿي Quiet Flows the Dawn لکيا هيا. مان جڏهن ڪميونزم جو همسفر هوس تہ

انهن پنهي لکيکن کي ڪافي اهميت ڏيندو هوس، پر پيرسترائيڪا -Peros troika جي ڇيڇڙ ڪان پوءِ پٺي انقلاب جي ڍير ۾ دٻجي ويا. لينن پيس پرائيز ونر ۽ استالن پيس پرائيز ونر ڪتاب جهاز ڀري ڊينيوب نديءَ ۾ ڦٽا ڪيا ويا. انهن ڪان سواءِ، ٽي ٻيا اديب جن بيورو ڪريسي ۽ ٽيڪنو ڪريسيءَ جي خلاف بتال ڪاڍو، اهي هيا، اليا اهرنبرگ، ڊوڊنٽ سوف ۽ سولزي نتسن. سولزي نتسن پنهن جي بي انتها انفراديت جي ڪري، اڃا زندهہ آهي ۽ پڙهيو وڃي ٿو، باقي ٻہ ٻيا بہ مٽيءَ جي ڍير ۾ ملي ويا.

انقلاب کان اڳ وارا اديب، تالستاءِ، ڊوستو وسڪي، چيخوف، گوگول، مئڪسم گورڪي، دنيا جا عظيم ترين حقيقت نگار هيا، يعني تہ هن جو آرٽ فارم ريئلزم هو، جو فرانس ۾ عظيم ناول نگار ايملي زولا ۽ انگريزيءَ ۾ عظيم ناول نگار ڊڪنس ۾ ملي ٿو، يا فرانڪو جي خلاف اسپين ۾ ناهيل انٽرنيشنل برگيڊ جي ناول نويس هيمنگوي جي ناول For whom the bell tolls ”گهنڊ ڪنهن جي لاءِ گڙي ٿو“ يا ڪتاب Days of hop (اميد جا ڏهاڙا (ليکڪ آندري مالرو Malraux) ۾ لکيل آهي ۽ جارج آرويل جي ڪيترن ئي ناولن ۾ ملي ٿو. انهن جي ريئلزم کي ايتري پائيندگي آهي، جيتري انقلاب کان اڳ روس جي حقيقت نگارن ۾ هئي.

لفظ ترقي پذير حقيقت نگاري (Progressive Realism) استالن پهريون ڀيرو ١٩٢٩ع ۾ ايجاد ڪيو، ڇو تہ هن ڏيکارڻ پئي چاهيو تہ هن جي دؤر ۾ حقيقت لازمي طور ترقيءَ ڏانهن وڌي رهي آهي. اردوءَ وارا اديب پورو ترجمو ڪري نہ سگهندا آهن، جيئن نثري نظم کي حماقت ڪري ادبِ لطيف لکندا آهن، اهڙيءَ طرح ترقي پذيري ۽ ترقي پسندي ٻہ مختلف لفظ آهن. منهن جوترقي پسنديءَ تي ڪوئي اعتراض ناهي، معاشرو ترقي ڪري تہ چڱي ڳالهہ آهي. ترقي پذيري لفظ جو ١٩٢٩ع ۾ ايجاد ڪيو ويو، ١٩٣٩ع ۾ هٽلر جي، لينن گراڊ تي حملي ۽ يهودي ڪش مهم، بيڪار بٺائي ڇڏيو ۽ انسان کي پٿر جي دؤر ۾ ڌڪي ڇڏيو، هنن، هُن ۾ ظلم ۽ ستم ۽ اذيت لاءِ ايتري چاهنا پيدا ڪئي، جا سوچي بہ نہ ٿي سگهجي ها.

مان پنهنجي آتم ڪهاڻي جو ٽيون حصو، جيڪو لکي پورو ڪيو آهي،

ان ۾ لکيو آهي تہ، ”هيءَ صدي رديءَ ۾ ردي صدي ثابت ٿي آهي ۽ بديءَ کان سواءِ ڪجهہ بہ ڏئي نہ سگهي آهي.“ پهرين جنگِ عظيم، ٻي جنگِ عظيم، هيرو شيما ۽ ناگا ساڪيءَ ۾ نيو ڪلائي بم، ۽ پوءِ جيڪي بہ جنگيون ٿيون آهن، اهي انسان ۾ بربريت جي عنصر جو ثبوت ڏين ٿيون. اڳتي ڇا ٿيڻو آهي، ٢١ صدي ڪيئن ٿيندي اهو چئي نہ ٿو سگهجي.

مشهور سائنسدان آئن اسٽائن کان ڪنهن پڇيو هو تہ: ”ٽين جنگِ عظيم لڳندي؟“ هن جواب ڏنو هو تہ: ”مان ٽين جنگ عظيم جي باري ۾ ڪجهہ چئي نہ ٿو سگهان، پر جي تون چوٿين جنگِ عظيم جي باري ۾ ڪجهہ پڇين ٿو تہ ٻڌائي سگهان ٿو.“

هو حيران ٿي ويو ۽ سوچيائين تہ جو ٽين جنگِ عظيم جي باري ۾ نہ ٿو ٻڌائي سگهي، اهو چوٿين جنگِ عظيم جي باري ۾ ڇا ٻڌائيندو؟

لاچار ٿي هن آئن اسٽائن کي چيو تہ: ”ڀلا تون چوٿين جنگِ عظيم جي باري ۾ ٿي ٻڌاءِ؟

آئن اسٽائن ڪوئي جواب نہ ڏنو.هن جو مطلب هو تہ ٽين جنگِ عظيم ۾ سڄي دنيا تباهہ ٿي ويندي تہ چوٿين جنگ ڪير وڙهندو. ڪميونزم انسان جي برابريءَ ۽ ظلم ستم ۽ استحصال جي خاتمي جو عظيم خواب هو، ان لاءِ لکين ماڻهو ماريا ويا، جن ۾ دوست دشمن جو ڪوبہ فرق نہ رکيو ويو. بالشيوڪ پارٽيءَ، مين شيوڪ ماري ڇڏيا جن سان گڏ لنڊن ۾ پارٽي ميٽنگون ڪندا هئا ۽ انهن سان گڏ ٽنهي ڪميونسٽ انٽرنيشنل جي ڪانفرنسن ۾ شامل ٿيندا هئا. جڏهن خانہ جنگي ٿي، جنهن ۾ سائبيريا تائين ڪولڪ (پيٽي ڪاتيدارن) کي ماريو ويو ۽ انهن جون زمينون ۽ ڍور ڍڳا زبردستيءَ کسيا ويا. ڍور کهي کاڌا ويا. اها سڀ قرباني ڪميونزم جا چاڻو جائز پيا سمجهن، ڇو تہ هنن ڄاتو هو تہ ڪميونزم انسان جي اڻ برابريءَ ۽ استحصال جو آخري خاتمو آهي ۽ انسان جي اقتصادي زندگيءَ جي هڪ چمڪندڙ تصوير آهي. پر افسوس جو ٧٥ سال اقتدار ۾ رهڻ، ڪميونسٽ پنهنجو مقصد حاصل ڪري نہ سگهيا.

ان ۾ ڪوئي شڪ نہ آهي تہ ڪميونزم انسان جي ذهن کي ايترو ڏونڌاڙيو جو ڪوبہ انسان احساسِ ڪمتريءَ ۾ نہ رهيو ۽ پنهنجا جائز حق

وٺڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ اڄ ٻہ ٽين دنيا ۾، پاڪستان سوڌو ڪميونزم هڪ اتساھ ڏيندڙ، اقتصادي فلسفو آهي.

دانشور، ڪميونسٽ سماج کي بنيادي تعمير سان نااتفاقي ڏيکاري سگهن ٿا، پر اُن جيڪو انسان جي اقتصادي ۽ سياسي نجات جو ذريعو ڏسيو، ان کي بلڪل نظر انداز ڪري نہ ٿا سگهن. انهيءَ ڪري ئي ويچاري مارڪس چيو هو:

"Thank god, I am not a Marxist"

"خدا جو شڪريو، جو مان مارڪسسٽ ناهيان."

سوڀي گيانچنداڻيءَ جي ابتدائي زندگي ڪيئن هئي، هن تعليم ڪٿي ورتي، هن جو شروعاتي فڪر ۽ سوچ ڪهڙي هئي، يار ۽ دوست ڪهڙا هيس، ان تي ليکو تلسياڻيءَ ڪافي تفصيل سان لکيو آهي، مون سان سندس تفصيلي ملاقات ١٩٦٥ع ۾ سکر جيل ۾ ٿي. هُو، هڪ وڏي وارڊ ۾، ستر هندن سان، ١٩٦٥ع جي جنگ جي دوران نظر بند هو. مون کي بي ڪلاس مليل هو ۽ مان رات جو هڪ وکي ٽائين، سوڀي جي وارڊ جي ٻاهران سيخن ۾ هٿ وجهي ڪچهري ڪندو هوس. اتي هن مون کي پنهن جي ذاتي زندگيءَ جي ڪافي معلومات ڏنيءَ. دراصل ان وقت مان پاڻ کي، ڪميونسٽن جو همسفر سمجهندو هوس ڇو تہ نقلي اسلام پسند اديب ۽ شاعر منهن جي شاعر ۽ اديب جي حيثيت ۾ شهرت برداشت ڪري نہ سگهندا هئا. انڪري منهن جي پهرين ٽن ڪتابن تي بندش وڌي وئي. انهن مان هڪڙو ڪتاب تہ اهو هو، (يوٽر پري آڪاس) جنهن تي مون کي پاڪستان رائيٽرس گلڊ ساليانو ايوارڊ ڏنو هو.

منهن جي ڪميونزم جي ڦهلاءَ ۾ ايتري دلچسپي نہ هئي پر ان وقت فقط ڪميونسٽ ۽ ترقي پسند ليکڪ سنڌي ۽ اردوءَ وارا، منهن جي حمايت ڪندا هئا، ۽ رسول بخش پليجي ڪتاب ۽ مضمون لکي، رجعت پسندن جي منهن تي چماٽون نڪاءَ ڪرايون، جن هٿن جا وائيسر ئي ڦيرائي ڇڏيا.

مون کي جڏهن چيو ويو تہ سوڀي جي ڪهاڻين (خاڪن تي) پيش لفظ لکان تہ مون، سمجهيو تہ هي ڪتاب، ڪنهن واڳهہ نک وانگر هوندو ۽ اساڪ بيبل جي ڪهاڻين جي ڪتاب "سرخ فوج" ۽ شولو خوف جي "ڊان

وهندي رهي"' وانگر ڪتاب هوندو. پر مون جڏهن اهو پڙهيو تہ ان ۾ گورڪيءَ ۽ چيخوف وارو انداز هو ۽ ٽالسٽاءِ جهڙي نهٺائي ۽ انساني فطرت جي تصوير ڪشي هئي، دراصل اهي منشي پريم چند ۽ گرديو ٽئگور جي اسلوب (Style) جي قريب هيو.

محمد امين کوسي جي بار ي ۾ لکندي، سوڀي پنهن جي باري ۾ هيئن اعتراف ڪيو آهي تہ: "مان ڪميونسٽ پارٽيءَ جو باقاعدي ميمبر ناهيان ۽ مان پاڻ کي توهان جي آڏو جوابده مڃڻ کان انڪار تو ڪريان. مان صرف هڪ همدرد آهيان ۽ شاگردن جي تحريڪ ۾ حشوڪيولراماڻيءَ جي ڪردار کان متاثر آهيان ۽ سمجهان ٿو تہ حشوءَ سان وڙهي توهان پنهن جي تحريڪ کي هرج پهچائيندا." ان ئي ساڳئي مضمون ۾ اڳتي چوي ٿو تہ: "هيءَ پنهنجائپ مون کي اڄ بہ ڪشش ٿي ڪريءَ چو تہ جنهن ڪميسار ۽ يوگيءَ وارن دؤرن مان محمد امين کوسو جو سفر ٿيو، انهيءَ دؤر مان ٿوري فرق سان مان پاڻ بہ گذري رهيو آهيان. مان ڪميسار ذهنيت جو ڪڏهن بہ سٺو نمائندو ٿي نہ سگهيو آهيان، پر محسوس ڪيان ٿو تہ پنهن جي سِياءَ ۾ شايد ڪميسار جي مٿان يوگيءَ جو سياءُ حاوي رهيو آهي. اهو ئي سبب آهي، جواسان سڀ سنڌي مختلف اندازن۾ صوفيت ۽ همہ اوست جي فلسفي جا قائل ۽ پيروڪار آهيون." اها ساڳي ڳالهہ، مون تفصيلي انگ اکر ۽ دليلن سان آرٿرڪوئسلر Arthur Qoesler جي ڪتاب، "يوگي ۽ ڪميسار" پڙهي هئي، پر ان ڪتاب کان وڏيڪ مؤثر طور انهيءَ ڳالهہ کي، مون هن جي ڪتابن، "منجهند جو انڌيرو" Darkness at Noon ۽ اسپينش ڊائريءَ ۾ پڙهيو هو. رومين رولان، آندري ييد ۽ ٻيا اديب بہ ان ڳالهہ جو اظهار واضح لفظن ۾ گڏيل مضمونن جي ڪتاب The god that Failed "خدا جنهن هارايو" ۾ ڪري چڪا هئا. اها ڳالهہ سوڀي جي تخليق جو وڏي ۾ وڏو دفاع آهي. ٻي جنگِ عظيم جي دوران، جڏهن هٽلر لينن گراڊ تي حملو ڪيو تہ سڄي دنيا ۾ ڪميونسٽن پارٽيءَ جا فرنٽ ناهيا، جن ۾ سڀ کان عام ۽ وڏيڪ مؤثر، اها تنظيم هئي، جنهن جو مقصد، ان ڳالهہ جو ڦهلاءُ هو، تہ بين الاقوامي، ڪميونسٽ تحريڪ امن لاءِ آهي. ٻيا بہ ڪيترائي فرنٽ ناهيا

ويا جن جو تفصيل هتي ضروري ناهي. مثال طور مارچ ١٥ کان ١٩ تائين ١٩٥٠ع ۾، استاڪ هوم ۾، امن ڪانفرنس ڪئي وئي ۽ سي پي آءِ جي هفتيوار رسالي ”ڪراس روڊس“ (چؤ دڳا) ۾ ان ڳالهه تي زور ڏنو ويو ته دنيا جي، مستقل امن لاءِ، هڪ ڪاميٽي ناهي وڃي، پر ٻين سيني فرنٽن کان وڏيڪ جيڪو مؤثر ۽ مقبول عام فرنٽ هو اهو ”ترقي پسند مصنفين“ جو هو. جنهن کي انگريزيءَ ۾ مختصر طور A.I.P.W.A. چيو ويندو هو. ان جي تنظيم ١٩٣٥ع ۾، لکنؤءَ جي، قومي ڪانفرنس ۾ ڪئي وئي ۽ مشهور هندي اديب منشي پريم چند ان جي صدارت ڪئي. سروجني نائڊو به ان ۾ موجود هئي. ٻي قومي ڪانفرنس، ڊسمبر ١٩٣٨ع ۾ ڪلڪتي ۾ ٿي، جنهن جي صدارت رابندرا ناٿ ٽئگور ڪئي. سجاد ظهير جي لکيل ڪتاب ”روشنائيءَ“ ۾، ان جو تفصيلي احوال آهي، پر هتي مان ٻين ڪانفرنس جو ذڪر اهو ڏيکارڻ لاءِ ڪيان ٿو ته سنڌ جي ڪميونسٽ پارٽيءَ، سنڌي اديبن ۽ شاعرن کي ڪنگهيو به نه ويو، هندوستان جي موجوده پرائيم منسٽر اي. ڪي. گجرال وٽ جڏهن سوڀو مونکي وٺي هليو هو ته مون ڪيس پنهن جو نظم ”او باغي او راج دروهي“ پڙهايو هو ته ڪيس بيحد پسند آيو هو. ان جي باوجود اسان کي ڪنهن به آل انڊيا ترقي پسند ڪانفرنس ۾ دعوت نه ڏني وئي. حيرت جي ڳالهه آهي ته اپريل ١٩٤٢ع ۾ اينٽي فاشسٽ اديبن ۽ آرٽسٽن، جي يونين ناهي وئي، پوءِ به بينگال کي وڏيڪ اهميت ڏني وئي.

١٩٤٢ع ۾ سي. پي. آءِ کي ٻيهر قانوني حيثيت ڏني وئي. ان ڳالهه جو مقصد فقط اهو هو ته اديبن کان، جنگ جي، امداد لاءِ اعلان ڪرايو وڃي. ڪانفرنس ٢٢ کان ٢٥ مئي ١٩٤٣ع تائين هلي. ايس. اي. ڊانگي، صدارت ڪئي. اهو فيصلو ڪيو ويو ته تحريڪ جو صدر مقام لکنؤءَ مان بمبئيءَ منتقل ڪيو وڃي ۽ نوان عهديدار چونڊيا ويا. سجاد ظهير، جو آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جو گريجوئيٽ هو ۽ اتر پرديش جو مشهور ڪميونسٽ هو، سيڪريٽري وشنو راءِ ۽ خواجه احمد عباس، لکنؤءَ يونيورسٽيءَ وارو جنرل سيڪريٽري ٿيو. وشنو راءِ ۽ خواجه احمد عباس جوائنٽ سيڪريٽري ٿيا. ١٤ کان ١٧ آڪٽوبر ١٩٤٥ع تائين حيدر آباد دکن ۾ اردو ترقي پسند مصنفين جي گڏجاڻي ٿي، جنهن جي صدارت حسرت موهانيءَ ڪئي، ۽ جنهن

جو تفصيل مون ڪنهن اردو رسالي ۾ شايع ڪيل. ڪرشن چندر جي رپورتاز ۾ پڙهيو هو. هندي ۽ اردو اديبن جو جهڳڙو، ڪميونزم جي باوجود به هلندو رهيو.

.A.I.P.W.A، ٢٧ مئي ١٩٥٠ع تي، بمبئيءَ کان ٻاهر ڪانفرنس ڪئي، ڇو ته شهر ۾ اهڙي ڪانفرنس لاءِ اجازت نه ملي. ان ڪانفرنس ۾، رام ولاس شرما کي صدر چونڊيو ويو ۽ آگري جي بلونت راجپوت کي جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو هو جو .C.P.I جي ليڊر رانا ديوي Rana Dive کان متاثر هو، جو شدت پسند هو. شرما .U.S جي سخت مذمت ڪئي، ڇاڪاڻ جو اُن مشهور سنگيت ڪار پال رابسن ۽ ناول نگار هاورڊ فاسٽ (Haward Fast) تي بندش وڌي هئي. پر انهيءَ ڏيو ڪان ته ڪميونسٽ پارٽي يو. ايس سان ٽڪر ڪائي رهي هئي. هُن بيان ڏنو ته ترقي پسند مصنفين سان ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ڪوبه واسطو نه آهي .A.I.P.W.A جي ڇهين ڪانفرنس،٧ کان ٨ مارچ ١٩٥٣ع تائين دهليءَ ۾ ٿي. جتي مشهور اردو ڪهاڻيڪار ڪرشن چندر جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. ايتري ۾ اسٽالن مري چڪو هو ۽ ڪانفرنس، هن جي موت تي ٺهراءُ پاس ڪرايو.

پاڪستان ۾ ڪراچي ۽ پنجاب ۾، جولاءِ ١٩٥٤ع ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش وڌي وئي. افسوس جي ڳالهه آهي جو ايترين گڏجاڻين ۾، ڪنهن به سنڌي اديب کان صدارت ته نه ڪرائي وئي، پر ڪنهن کي شريڪ ٿيڻ جي دعوت به ڪانه ڏني وئي. اردوءَ وارا، پهرين اردو وارا هئا ۽ ڪميونسٽ پوءِ هئا. مون سبط حسن کي منهن تي چيو هو ته: ”توکي پارٽيءَ هتي تنظيم ناهڻ لاءِ موڪليو هو، تو ساري زندگي اردو اديبن جي چڪر ۽ حيدرآباد دکن جي دوست، غالب لئبريريءَ واري مرزا ظفر الحسن وغيره جي صحبت ۾ وقت گذاريو، اندرونِ سنڌ نه وئين ۽ سنڌي ٻوليءَ وارن سان ڪوبه رابطو نه ڪيئي. هاڻ مون کي تو چوين ته مان پنهن جو ڪلام توکي اردوءَ ۾ ترجمو ڪري ڏيان. ڇا اهو ڪافي نه آهي ته مون سچو شاه جو رسالو اوهان کي اردوءَ ۾ ترجمو ڪري ڏنو. ڇا اوهان وٽ ڪوبه اهڙو ترقي پسند شاعر ناهي جو منهن جا ڪل ڪتاب اردوءَ ۾ ترجمو ڪري، جيڪي اوهان

جي اديبن کان بهتر آهن. افسوس آهي ته اختر حسين رائپوريءَ جي زندگي مون جڏهن پڙهي ته مون کي ائين لڳو هن سنڌ کي فيوڊل ڇڏي ڏڪاري ڇڏيو آهي. هو اهو اديب هو، جنهن اردوءَ جو پهريون ترقي پسند ڪتاب، ”ادب اور انقلاب“ لکيو هو.“

مان يقين سان چئي ٿو سگهان ته انقلاب کان اڳ روسي ادب ۽ منشي پريم چند جي ڪردار نگاريءَ کان سواءِ، سوڀي جي ڪردار نگاري نهايت اوچي ۽ بي مثال آهي. هن غريب، ڳٺپ ۾ نه اچڻ جهڙا، وچولي طبقي جا، نهايت منفرد ڪردار پيش ڪيا آهن. جي ڪنهن به آل انڊيا ترقي پسند مصنفين جي ڪانفرنس ۾ پنهن جو پاڻ مڃائي سگهن پيا.

مون سوڀي کي هڪ ڀيري چيو هو ته: ”تنهن جي منهن جي دوستي نظرياتي نه پر ذاتي آهي.“ جيڪڏهن هي ڪتاب مان اڳ ۾ پڙهان ها ته کيس چوان ها ته: ”منهن جي توسان نظرياتي دوستي به آهي.“

سوڀو فيوڊل طبقي مان هو ۽ پنهن جي ڳوٺ ٻنديءَ ۽ ان جي آس پاس جي خوبصورت عڪاسي ڪئي اٿس. هن ڪهاڻين جا ڪردار اهي ڏنا آهن، جن سا هن جو زندگيءَ ۾ واسطو پيو آهي. هڪ حقيقت نگار اديب وانگر، هن ڪردار نگاريءَ منظر نگاريءَ تي وڌيڪ ڌيان ڏنو آهي، ۽ تشبيهه، استعاري ۽ آرٽ جي ٻيءَ خوبيءَ ڏانهن گهٽ ڌيان ڏنو آهي. اها ڳالهه هن جي تحرير ۾ ڪائي کوٽ نه ٿي آڻي ۽ ان کي وڌيڪ فڪري بڻائي ٿي.

مون سوڀي جي لکيل فقير محمد لاشاريءَ تي مضمون ۾ پنهن جي ٻاري ۾ هي پڙهيو: ”ان زماني ۾ رتاير ٿيل وي. سي شيخ اياز جي ادبي سرگرمين کان لاتعلقي ۽ سنڌي ادبي سنگت کان پنيري سوچ بابت بحث ڇيڙيو، ان وقت سڀ اديب شيخ اياز کان ناراض هئا ۽ مان هڪ قربائتي ”خليفي“ وانگر مريدن جو پير سائينءَ ڏانهن رخ صحيح ڪرڻ لاءِ مهم هلائي رهيو هوس، شيخ اياز عظيم هو، عظيم تر ٿيو ۽ وري اڪيلو ٿي ويو.“

سوڀي جي نقطه نگاهه، سان مان بلڪل متفق ناهيان ته مان هن وقت اڪيلو ٿي ويو آهيان. دراصل سنڌ جو نئون نسل جيڪو به مون وٽ اچي ٿو ته اهو مون کي پيرين پئي ملي ٿو ۽ منهن جي شعر تان گهور وڃي ٿو. سوڀي جو آرٽ جي باري ۾ ايترو مطالعو نه آهي. ١٩٨٥ع ۾ مصور ون سينٽ وان

گوگ جي صدي ڪري ملهائي وئي. هو يونوچ سمنڊ تي ٺهني ٻيٺ تي تصويرون ڪيندو هو. دنيا ۾ فقط هُن ڪي هڪڙو دوست مصور پال گوگن Paul Gugian هيو ۽ ٻيو هن جو ڀاءُ ٿيو (Theo) هو، جو فرانس مان ڪيس گذاري لاءِ ٻه سؤ فرانڪ موڪليندو هو. هن جي سڄي زندگيءَ ۾ سندس تصويرن جي نمائش نه ٿي ۽ ڪوئي ٻه، هن جون تصويرون مفت ۾ به ڪٺڻ لاءِ تيار نه هو. ١٩٨٥ع ۾ هن جي فقط هڪ تصوير هڪ جپاني آرٽ ڪليڪٽر نوي لک ڊالر ۾ خريد ڪئي.

فرانس جي عظيم شاعر بودليئر جا گهڻا دوست هئا ۽ هن جي شاعريءَ تي، فرانس جهڙي جمهوري ملڪ ستر سال بندش وڌي جا ويجهر ۾ لاٿي وئي آهي.

مصور مائيڪل اينجيلو سسٽين چيپل Sistene chapel تي ٽي سال اڪيلو ڏاڪڻ رکي، ان جي گنبذ تي تصويرون ٺاهيندو رهيو. منهن جو دوست نعيم صديقي، جيڪو چيپل ۾ ويو هو، تنهن جو چوڻ هو ته چيپل ۾ گهڙندي مون محسوس ڪيو ته مان بهشت ۾ اچي نڪتو آهيان.

عمر خيام جي رباعين ڪي سندس جيئري گهڻا ماڻهو پڙهندا هئا؟ غزاليءَ جي چرچ تي، هن جي رسد گاهه ڪي باهه ڏني وئي هئي.

اطالوي شاعر برونو جا نه رڳو ڪتاب ساڙيا ويا، پر هن ڪي به جيئرو ساڙيو ويو.

شيلي جي هڪ ڪتاب ڪُفر جي ضرورت، Necessity Of Athiesm تي بندش وڌي وئي هئي، جا اڃا تائين لاٿي نه وئي آهي. اهڙا هزار مثال مون وٽ آهن، انهن ماڻهن جا گهڻا دوست ۽ مداح، سندن زندگيءَ ۾ هئا؟

سويي منهن جي باري ۾ لفظ "عظيم" ڪتب آندو آهي، تڏهن مان چوان ٿو ته عظيم شاعر، پنهن جي دؤر ڪان سؤ سال اڳ ۾ پيدا ٿيندا آهن ۽ هنن جا مداح مستقبل جي بطن ۾ ٿيندا آهن. جي فقط پنهن جي دؤر سان گفتگو ڪرٽي آهي ته پوءِ ته فقير محمد لاشاريءَ جو نيپال تي ڪتاب ئي ڪافي آهي.

غالب جا مرزا شيفته سوڏا گهڻا غمخوا هوندا هئا، اها سوچ غلط آهي ته

شاعر رڳو پنهن جي دؤر جي پڙهندڙن لاءِ لکي ٿو. باقي سويو هڪ سياسي مفڪر آهي. هن لاءِ سماجي آدرش ڪان وڏيڪ سُپرين ڪوئي بہ ٿي نٿو سگهي. انڪري مان ديانتداريءَ سان ۽ ترديد جي خوف ڪانسواءِ پنائيءَ جي هيٺين شعر سان مهاڳ ختم ڪيان ٿو:

مـون سي ڏٺـا مـاءِ، جنين ڏٺـو پـريـنءَ ڪـي،
تـنين سـندي ڪـاءِ، ڪري نہ سـگهـان ڳالـهڙي.
شاهہ لطيف

شيخ اياز

٢٧ اي، پرنس ڪامپليڪس
ڪلفٽن روڊ،
ڪراچي.
٣ جولاءِ ١٩٩٧ع.

# سوڀو گيانچنداڻي مڪمل انسان

ليکو تلسياڻي

يادگيريءَ جي پٽيءَ به عجيب پٽي آهي! ڪي ڳالهيون وساريندي به نه وسرن ته ڪي وري ڪوشش ڪندي به ياد نه اچن! هاڻ ستر ورهين جي جهوني ڪنڌهر جي آخرين ماڙيءَ تي ويٺو آهيان ۽ اتان جڏهن هيٺ نهاريان ٿو تڏهن ڪي روڙا ۽ سرون اڄ به چٽيون پيون ڏسجن.

سن ١٩٢٥ع ۾ مان ڪراچيءَ ۾ اين. جي. هاءِ اسڪول ۾ ڇهون انگريزي پڙهندو هوس. ان ئي سال ديوان ڪرمچند هنگوراڻي ان اسڪول جو هيڊ ماستر ٿي آيو هو. سوڀي ڪي هو پاڻ سان لاڙڪاڻي مان ڪراچيءَ وٺي آيو هو ۽ هو به اين. جي. هاءِ اسڪول ۾ اچي داخل ٿيو هو.

هڪ ڏينهن صبح جو اسيمبليءَ وقت پرارٿنا بعد هو ميز تي بيهي گرديو ٽئگور جي ”گيتانجليءَ“ مان سندس پريه ڪويتا انگريزيءَ ۾ پڙهي رهيو هو. اها ڪويتا هئي.

"Leave this chanting and

singing and felling of
beads....." Gitanjali Poem

هو ان وقت ١٥- ١٦ سال جي عمر جو هوندو. قد جو ڊگهيڙو ۽ بدن جو پورو پنو، رنگ ڪليل ۽ چهرو ڪشش ڪندڙ. سندس مڌر آواز، صاف اچار ۽ ڪويتا پڙهڻ Recitation دل کي موهيندڙ هو. اهو چتر اڄ به منهنجي اکين اڳيان پيو ڦري، ڄڻ ته اجان ڪي گهڙيون مس ڪسڪيون آهن. ان طرح مون سويي کي پهريون ڀيرو ڏٺو. سندس کاڌيءَ جي قميص، پتلون ۽ مٿي تي پاتل کاڌيءَ جي ٽوپي اڄ به چٽيءَ طرح ياد اٿم. جهڙو سندس پوشاڪ پهرڻ سادو هو تهڙو هو سندس چهرو سادو، سٻاجهو، ڇل ول کان دور. جهڙو هو ٻاهر، تهڙو اندر. ان وقت ئي چگن جو ڏيان ڇڪايائين. مان به تن ڏينهن کاڌي پوش هوندو هوس ۽ کاڌي پوشن جو شيدائي هوس ۽ انهن لاءِ قرب ۽ من جي رغبت هوندي هئي. گانڌي جيءَ جو ٿورو ٿورو رنگ چڙهڻ شروع ٿيو هو. جواهر لال نهروءَ جو پڻ اثر ٿيڻ لڳو. (مان پنجين انگريزيءَ کان وٺي پڪو کاڌي پوش ٿي ويو هوس) ان طرح سويي سان منهنجي پهرين ڏيٺ ٿي ۽ مان هن ڏانهن ڇڳو ڇڪجي ويس. هو به ڇهين انگريزيءَ ۾ مون سان گڏ ئي هو ۽ منهنجو هم ڪلاسي هو. سندس ان ڪويتا جي ٻڌڻ بعد، مان پاڻيان ٿو ته گرديو سان پڻ منهنجي شروعاتي واقفيت ٿي.

هو ڪلاس ۾ بينچ تي پهرينءَ قطار ۾ وهندو هو. نه ڪنهن سان ڳالهائيندو هو، نه ڪنهن سان ٻولهائيندو هو. پنهنجو پاڻ ۾ گم رهندو هو. مان به سپاويڪ گهٽ ڳالهائڻو هوندو هوس ۽ دوست جلدي نه ڪري سگهندو هوس. مان ڪلاس ۾ هن جي پنيان ٻيءَ يا ٽينءَ بينچن جي قطار ۾ وهندو هوس. رسيس جي وقت اڪيلو ٻاهر اسڪول جي ميدان ۾ هڪ ٻڙ جي وڻ هيٺان ويهي وڃي "منتخب شاهه جو رسالو" پڙهندو هوس، اهو اسان جو ان سال درسي ڪتاب هو ۽ اڄ به مون وٽ اها ڪاپي آهي.

اسين ٻئي هم ڪلاسي ته هئاسين. پر ٻئي ٿورو ڳالهائو. هن سان ڳالهائڻ تي منهنجي دل ته ڏاڍي ٿيندي هئي. پر هو جپ پنهنجيءَ ۾ ئي پورو هوندو هو سو ڳالهائڻ ٻولهائڻ گهٽ ئي ٿيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن مان هن

سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندو هوس تہ هو ٿهڪي ۾ جواب ڏيئي اڳتي وڌڻ کان روڪي ڇڏيندو هو.

بهرحال ٿوري ٿوري واقفيت وڌندي رهي ۽ آن ٿوري گهڻي ڳالهائڻ جي دوران سندس نالي ۽ آکهہ جي بہ خبر پئي.

سوامي بندر روڊ ايڪسٽينشن تي ٽڪريءَ سامهون ”چداڪاشي“ مندر ۾ رهندو هو. مندر جي شاندار جاءِ ۾ ڪيس هڪ هوادار ڪمرو مليل هو ۽ ان ڪمري ۾ هو پنهنجي سادي نموني رهندو هو. پٽ تي بسترو ۽ پاسي کان سندس ڪتاب وغيره.

ديوان ڪرمچند هنگورانڻي ”چداڪاشي“ پنث جو پوئلڳ هو ۽ سوامي جو هن سان خاص رستو هو. هو صاحب هن جو بزرگ نگهبان هو. هن جي سجاڻپ ۽ نگهبانيءَ جي ڪري سوامي کي ان مندر ۾ رهڻ لاءِ جاءِ ملي هئي. مان گاڏي کاتي ۾ رهندو هوس ۽ اتان هفتي ۾ هڪ، بہ دفعو سوامي سان گڏجڻ ۽ ڳالهيون ڪرڻ ويندو هوس. پر بهانو ڪندو هوس تہ ”مندر ۾ ست سنگ تي آيو هوس!“ هو مشڪي، ڳالهہ سمجهي ٽاري ڇڏيندو هو. ان طرح ڏيري ڏيري رستو وڌندو رهيو ۽ گهرائي ٿيندي رهي. تن ڏينهن ۾ سوامي هڪ ”ننيڏڙو سنت“ لڳندو هو. هڪ ڏينهن سندس ڪمري ۾ سوامي رام تيرٿ جي جيونيءَ تي ڪتاب ڏٺم. تي چار سئو صفحا هئو. ساڻس ان سنت جي باري ۾ ڳالهائيندي پتو پيو تہ پنجاب جو مهان سنت هو. مون کي ان طرح هڪ ٻي مهان شخصيت جي باري ۾ ڄاڻ پڻ ملي ان جيوني پڙهڻ بعد مون خود ان ننڍي عمر ۾ سوامي رام تيرٿ جون سموريون لکڻيون، In the Woods of God- Realization جي ائن ڀاڱن ۾ هيون، گهرايون. ان طرح گڏجندي ڇهين درجي جي پڇاڙيءَ تائين مان سمجهان ٿو تہ پاڻ ۾ چڱا گهائل مائل ٿي ويا هئاسين.! ان سال (٣٦-١٩٣٥ع) جي آخر ۾ اسانکي اسڪول جي مسيلني، مخزن ملي. ان ۾ سوامي جو لکيل گرديو ٽئگور جي باري ۾ ليک هو. پهرين سوامي مل جي واتان گرديو جي ڪويتا ۽ پوءِ هيءَ مضمون، گرديو سان منهنجي اوائلي ڄاڻ پڇاڻ پڪي ٿي ۽ اها وڌندي رهي.

انهن ڏينهن ۾ سوامي کي پڙهڻ جو گهڻو شوق هوندو هو. ڪلاس

هلندي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڏسندو هوس ته ڪو ڪتاب پيو پڙهندو هو. بعد ۾ پڇڻ تي معلوم ٿيندو هو ته ڪو ناول پئي پڙهيائين. سندس دوستي مون لاءِ هڪ نئون انيو هو. انوکو ازمودو هو. پڙهڻ جو شونق مون کي اڳ ئي هو. پر هو منهنجي لاءِ هڪ نئين پريرنا ٿي پيو، اتشاهه جي هڪ نئين ڌارا! سويي سان مترتا وڌندي ساهت جو چاهه وڌندو رهيو. پئي گڏجي ڪتابن جو خوب رس ماڻيندا هئاسين.

ان سمي هڪ طرف "سندر ساهت" ٻئي طرف "رتن" رسالا نهايت عاليشان ڪتاب ترجمو ڪري شايع ڪندا هئا. "سندر ساهت" منشي پريمچند، سدرشن اپيندر ناٿ اشڪ ۽ رٿبير سنگهه جهڙا ليکڪ سنڌ کي ميسر ڪري ڏنا. ته "رتن" رابندر ناٿ ٽئگور ۽ شرت چندر جو سواد وٺايو.

هو اسڪول جي پڙهائي ۾ به گهٽ ڪين هو بلڪ تيز هو. جيتوڻيڪ ٻين ڪتابن جي شونق سبب اسڪولي ڪم گهٽ پڙهندو هو. ڪلاس ۾ به سندس نمبر سٺو ئي رهندو هو. حسابن ۾ چڱو هوشيار هوندو هو ۽ انگريزي ۾ به سٺو لکي سگهندو هو. مئٽرڪ ۾ اسان جو ڪلاس ماستر شري ويڙهو مل مير چنداڻي هوندو هو. هو صاحب ڪلاس جي ٻارن کي پنهنجا ٻار سمجهندو هو. انگريزي سبجيڪٽ به هو ئي پاڙهيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن سويي جو انگريزي ۾ لکيل مضمون جدا ڪري ڪٺي ايندو هو ۽ هن جي ساراهه ڪندي چوندو هو ته "هن ڇوڪري کي ٻوليءَ ۽ وشيه جو گيان آهي ۽ لکڻ جو ڍنگ پڻ." اهڙو شرف ڪڏهن ڪڏهن هن ٻندي کي به ملندو هو.

اسڪولي سکيا سان گڏوگڏ هن جو ساهت ۽ ٻين وشين جي پڙهڻ جو شونق پڻ وڌندو رهيو. ڪتابن جو چڱو چوکو جبرو پڙهندڙ هوندو هو. هن جي دوستيءَ ۾ انهن ٻن سالن ۾ مون به چڱو ساهت پڙهيو. انهن ڏينهن ۾ گرديو ٽئگور جي "ماسي"۽ ٻين ڪهاڻين جو ترجمو ڪيم. اهو ڪهاڻين جو مجموعو "رتن" وارن کي ڏنو هوم پر ارمان اٿم جو اهي ڪهاڻيون نه انهن ڇپايون نه وري مون کي موٽائي ڏنيون، پر انهيءَ محنت مون کي لکڻ جو شونق ڏنو ۽ قلم پختو ڪيو.

سن ١٩٢٧ع ۾ اسين ٻئي مئٽرڪ جي امتحان لاءِ ويٺاسين سويي جو نتيجو نهايت سٺو نڪتو. حسابن ۾ ڪيس ٧٠ مارڪون هيون ۽ Distinction

مليس. ان وقت اهڙو شرف ٿورن کي نصيب ٿيندو هو. انگريزيءَ وشيہ ۾ ڪلاس ۾ ٽيون نمبر آيو هو. هن بندي جي رزلٽ پڻ سٺي هئي. ڪلاس ۾ چوٿون نمبر آيو هوس ۽ انگريزيءَ ۾ شايد پيون نمبر هو. سنڌي وشيہ ۾ مان اڳرو هوندو هوس. پر حسابن ۾ تيز نہ هوندو هوس. ان طرح ڪلاس ۾ سٺن شاگردن ۾ شمار هئاسين. اسان جو هم ڪلاسي هڪ رام منگهر ملاڻي هوندو هو. سو ڪتابي ڪيڙو هوندو هو. سدائين پهريون نمبر هن جو هوندو هو. حسابن ۾ بہ چڱو هوشيار هوندو هو. سوپي لاءِ سڀ وشيہ سان هوندا هئا. ڇا حسابي ڪم ڇا انگريزي، ڇا سنڌي ڇا اتهاس! پر اسڪولي ڪم پاسيرو ڪري ٻيا ڪتاب پيو پڙهندو هو. امتحان کي خيال ۾ رکي هو نہ پڙهندو هو. سندس اها حالت ڪاليج ۾ پڻ رهي.

مارچ اپريل ١٩٢٧ع ۾ ٻنهي مئٽرڪ پاس ڪئي. منهنجو ويچار سائنس پڙهڻ جو هو. ۽ ڊاڪٽر ٿيڻ جو هو. پر سوپي جي اثر هيٺ مان بہ Arts ۾ ساٿس گڏ داخلا ورتي ڇي سائنس پڙهي ڇا ڪندين؟ تون ڊيڍر ۽ ڪوئا نہ چيري ڦاڙي سگهندين. گڏ ساهت، اتهاس، فلاسافي وغيره پڙهنداسين. سو مان بہ ڳهلجي ويس. هن جي لاءِ من ۾ ڪشش تہ هئي ئي. سو هن ”ننڍڙي سنت“ منهنجي جيون کي نئون موڙ ڏنو.

جون ١٩٢٧ع ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج Arts جي پهرئين سال ۾ داخلا ورتيسين سوپو مندر ڇڏي ڳاڏي کاتي جي ايراضيءَ ۾ اچي رهيو هو. ڪاليج جي ٻن سالن ۾ اسان جي گهرائي وڌندي رهي. ڪاليج ۾ گڏ، گهر ۾ اچڻ وڃڻ، شام جو گهمڻ گڏ. انهن ٻن سالن جي دوران منهنجو پاءُ تلوڪ تلسياڻي پڻ اسان سان گهڻو گهائل مائل ٿيو. اسان جي ٽمورتي اسان جي ڪانگريسي دوستن جي مرڪزن ۾ مشهور ٿي ويئي مئٽرڪ کان ڪاليج تائين پهچندي پهچندي سوپي ۾ ڦيرو بہ ڪافي اچي ويو هو. پهرڻ پوشڻ ۾ فرق، سينڌ ۽ ڪجهہ ناهہ نوهہ اچي ويئي هئي. پر بنيادي ڦير ڪونہ هو. ٻئي پڪا ڪاڏي پوش هئاسين. ڪڙتو ۽ پتلون اسان جي مقرر ڊريس هئي. سادي پوشاڪ هئي. دماغي طرح گانڌي واد ۽ نهرو واد جو اثر هو. گڏوگڏ ساهت جو شونق وڌندڙ هو ۽ اهي بہ سال ڪتابن جو خوب رس ورتوسين.

مون مئٽرڪ پڙهندي گرديو ٽئگور جا چڱا ڪتاب پڙهيا ۽ چڱو اپياس

ڪيو. ”گيتانجلي“ ۾ Reminisence انهن ڏينهن ۾ به وٽندا هئا. من ۾ خيال اٿيو ته شانتينڪيتن وڃي رهان. مون کي اهو اثر هو ته شانتينڪيتن هڪ آشرم هوندو، سو مون گرديو کي خط لکيو هو ته مان اتي اچي رهڻ ٿو چاهيان. گرديو جي سيڪريٽري خط ۾ جواب لکي موڪليو ته شانتينڪيتن آشرم نه بلڪ باقاعدي اسڪول آهي ۽ مان چاهيان ته اتي پڙهڻ لاءِ داخلا وٺي سگهان پيو. هيءَ سڀ ڇهين انگريزيءَ ۾ هوس ته ٿيو هو ۽ ڪنهن سان به ڳالهه نه ڪئي هئي. ان وقت منهنجو اوڏانهن وڃڻ مشڪل هو. پر من ۾ آس سانڍي رکي هئم ته اتي پڙهڻ ويندس.

انٽر آرٽس ۾ پهتس ته هڪ ڏينهن سوڀي سان ان باري ۾ ڳالهه ڪيم. سوڀي تي به تن ڏينهن گرديو جو اثر هو ۽ فيلسوفانه طبعيت جو هڪ ”نڍو سنت“ هو. هن جي اندر ۾ ڳالهه چڀي وئي ۽ هن چاهه ڏيکاريو. Int. Arts پاس ڪيم ته پنهنجي پيءُ سان ڳالهه چوريم. بابا پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جو ڪوڏيو هوندو هو. ڪيس پيو ته ڪو اعتراض ڪونه هو، پر منهنجي طبعيت انهن ڏينهن ۾ ٺيڪ نه رهندي هئي ۽ هونءَ به ڪو رشت پشت نه هوس. سو مان رهجي ويس. سوڀو ١٩٢٩ع ۾ آرٽس پاس ڪري بي. اي. پڙهڻ لاءِ شانتينڪيتن هليو ويو.

انهن چئن سان ۾ سوڀي ۾ بنيادي طرح ڪوبه ڦيرو ڪونه آيو هو. سندس پڙهڻ جو اٿاهه شونق وڌندو رهيو. سندس سادگي واري جيوت قائم رهي. سندس سچو، اوجل من ۽ سندس دماغي قابليت ۽ سچائي وڌندي رهي. ويچارن ۾ پختو، صاف ۽ چٽو رهيو.

هو شانتينڪيتن ويو ته مان اڪيلو ۽ اپاٽڪو ٿي پيس. پر انهن ڏينهن ۾ پاءُ تلوڪ جو گهٽو ڏڍ رهيو. هن سان وڌيڪ گهرائي ٿيندي رهي. تلوڪ تلسياڻي اسان ٻنهي کان ڏهاڪو سال وڏو هو، پر اسان سان اهڙو ته گهرو هو ۽ اسان جي سطح تي ايترو ته هلندو هو جو ورهين جو فرق نه لڳائيندو هو. شام جو سدائين گڏ هوندا هئاسين ۽ ڪراچي صدر جي پئريشن ريسٽارنٽ جي هڪ ٽيبل اسان جي بيٺڪ هوندي هئي. چانهه ۽ پيسٽريءَ سان گڏ دنيا جي معاملن جا بحث ڪندا هئاسين ۽ فيصلا ڪندا هئاسين ڄڻ ته دنيا ڀر جو بار اسان تي هو.

پڙهڻ ۽ راڄنيتيءَ جو شونق تلوڪ کي بہ جهجهو هو ۽ اڄ ڏينهن تائين آهي. اسان کي بہ چڱو همٿائيندو هو. ڪتابن خريد ڪرڻ جو شونق هوس ۽ سٺي گهرو لئبرري ٺاهي ورتي هئائين. پنڊت جواهر لعل نهروءَ جو شيدائي هو. نهرو جي Autobiography Glimpses of World History جان گنٿر (John Ganther) جا مشهور بہ ڪتاب In side Asia & In side Europe چترنجن داس جي وڏي جيوني، سڀاش بوس جو (Indian Struggle) پٽاڀي سيتارميا جو ڪتاب History of Congress اڄ بہ مونکي ياد آهن، جي هن جي ڪتابن جي ڪٻٽ جو سينگار هئا.

سويو شانتينڪيتن ويو تہ مان ائين سمجهڻ لڳو هوس تہ پنهنجي قابليت ۽ هوشياري ڏيکاري اتي ئي پروفيسر ٿي رهندو. پر مان ڪراچي ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ بي. اي. لاءِ داخلا ورتي. ٻئي سال اڪيلو اڪيلو هوس. ٻيو ڪو دل گهريو دوست، سواءِ تلوڪ جي، ڪونہ مليو. سيپٽمبر ۱۹۲۹ع ۾ مهاڀاري لڙائي شروع ٿي. سنڌ توڙي ٻين پرانتن ۾ راڄنيتي گرمان گرمي شروع ٿي وئي. جلد ئي ڪانگريس جي وزارتن استعيفائون ڏنيون. آهستي آهستي هنڌ خالي ڪريو هلچل لاءِ ميدان ٺهندو ويو. تلوڪ ۽ مان ڪانگريس مرڪزن ۾ ٻهرو وڃڻ لڳا هئاسين.

بي. اي. ۾ منهنجا وشيہ اتهاسَ ۽ ارٿ شاستر

Economics ۽ History of Economic thought

وشيہ prof. D. H. Butani پاڙهيندو هو. نهايت هوشيار پروفيسر هوندو هو ۽ ڪلاس ۾ شاگرد ٿورا هوندا هئا. تنهن ڪري وڏيڪ مزو ايندو هو. ان سبب ساڻس منهنجي گهرائي پڻ ٿي اڪانامڪس ۾ مارڪسواد جو اڀياس پڻ ڪرڻو هو. سو انهن وشين پڙهندي مارڪس ۽ مارڪسواد جو چڱو اڀياس ڪيم. پروفيسر بٽاڻي (prof. Butani) پاڻ بہ مارڪسوادي ويچارن جو لڳندو هو ۽ مون کي چڱو اتساهت ڪندو هو. سندس صحبت جو مون کي چڱو رنگ لڳو. هن صاحب وٽان سٺا سٺا ڪتاب پڙهڻ لاءِ ملي ويندا هئا. نهرو واد سان گڏ مارڪس ۽ ماڪسواد جو رنگ بہ چڙهندو رهيو. تن ڏينهن ۾ مون بہ مارڪس، مارڪسواد ۽ سوشلزم تي چڱا ڪتاب

خريد ڪيا. بي. اي. ڪندي سال جي آخر ۾ مون انگريزيءَ ۾ هڪ ليک لکيو.
Karl Marks Secret of his Infiluence اهو ليک ڪاليج جي مسلني ۾ ۴۰- ۱۹۳۹ع جي سال ۾ منهنجي نالي هيٺ ڇپيو هو. اها منهنجي پهرين لکت هئي.

شانتينڪيتن مان سوڀي جو خط ايندو رهندو هو. ٿوري ئي وقت بعد سندس خطن مان ظاهر ٿيڻ لڳو ته هو مارڪسواد ڏانهن مائل ٿيڻ لڳو هو سندس ويچارن ۾ هينئر ڪافي ڦيرو ايندو ٿي ويو.

سن ۴۱- ۱۹۴۰ع ۾ گانڌي جي ۽ ڪستورٻائي گرديو کي ملڻ ويا هئا، جو سندس تندرستي ٺيڪ ڪانه رهندي هئي. ان موقعي تي شانتينڪيتن جي ڪجهه شاگردن سان گڏ گرديو، مهاتما گانڌي ۽ ڪستورٻائي جو فوٽو ڪڍيو ويو هو. هڪ طرف سندل تي گرديو ويٺو آهي ۽ سامهون مهاتما گانڌي ۽ ڪستور ٻائي، فوٽو نهايت شاندار نڪتل آهي سوڀي اُن فوٽي جي هڪ ڪاپي وٺي مون کي موڪلي هئي. اها سوکڙي اڄ به منهنجي فوٽو البم ۾ سلامت آهي ۽ مون لاءِ عزيز آهي. اهو فوٽو هندستان ڀر ۾ مشهور ٿي ويو هو ۽ سيني اخبارن ۾ پڻ ڇپيو ويو هو. مهاتما گانڌيءَ جي مرڻ بعد گانڌي آلبم ڇپايو ويو هو، ان ۾ پڻ ان فوٽي کي مکيه جاءِ ڏني وئي هئي. سوڀي، تلوڪ ۽ مون، هن جي شانتينڪيتن وڃڻ کان ٿورو اڳ هڪ فوٽو گڏ ڪڍايو هو. اهو پڻ مون وٽ محفوظ آهي. سوڀي جي هڪ ڪتاب جنهن تي سندس اکرن ۾ نالو لکيل آهي، مون وٽ سندس نئين سوغات آهي پراڻهن مڙني سوکڙين کان وڌيڪ آهن سندس يادگيريون، سمرتيون ۽ مدر ڏينهن مهينا، سال جي اسان گڏ گهاريا.

۱۹۴۱ع ۾ اپريل ڌاري بي اي پاس ڪري، سويو سنڌ موٽي آيو. مون پڻ ان تي سال بي اي پاس ڪئي. ان ئي وقت ۾ سندس شادي ٿي. تلوڪ ۽ مان سندس ڳوٺ ٻنڊيءَ ويا هئاسين. سندس ئي ڳوٺ ۾ زمينداري هئي. ٻنڊيءَ جي بلڪل ڀرسان، ميل ڪن پنڌ تي "موهن جو دڙو" آهي سو هڪ شام جوسندس ڀاءُ ڪيول ۽ به تي ڄڻا ٻيا گڏجي پنڌ وڃي اهو گهمي آياسين. اهو ئي دفعو مون "موهن جو دڙو" ڏٺو وري موقعو ڪونه مليو.

شانتينڪيتن مان موٽيو ته هو ماڻهو ئي ٻيو هو. اهو ڪومل، نازڪ ۽

نفيس سياءَ وارو ڇوڪر، "نئدڙو سنت" نہ رهيو هو. هو هيئڙ هڪ ڳنڀير، ديرينو، اڏول پڪو پختو نوجوان هو. سندس سرير بہ هيئڙ وڏيڪ تندرست ۽ رشٽ پشٽ هو. ننڍي هوندي، سنڌ مان ٻاهر وڃڻ وقت تائين سندس وار اڇا هوندا هئا. سي پڻ ڪارا ٿي ويا هئا هن ڪي ڏسندو هوس تہ شرت ٻابو جي "آزادي جا اپاسڪ" جو ڊاڪٽر سويسا‌چي اکين اڳيان تري ايندو هو. ٻئي اٽل، اڏول، ٻئي نرموهي ۽ بلند.

سندس بنيادي شخصيت، ڇوٽو ۽ سياءَ ۾ ڦيرو ڪونہ آيو هو. هن جي دماغي لياقت، ويچارن جي ڇتائي سچائي اڳي ڪان سرس ٿي هئي. سندس سادي رهڻيءَ ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ آيو هو. سندس اخلاقي بلنديءَ ۾ اضافو ٿي ٿيو هو.

١٩٣٩ع ڪان ١٩۴٢ع جي شروعات تائين راڄنيتي گرمي وڌندي رهي. ڪانگريس جي وزارتن استعيفائون ڏئي ڇڏيون هيون. سنڌ ۾ بہ راڄنيتي تحرڪ آهستي آهستي وڌندو رهيو. گانڌيءَ جي "هريجن" ۾ جوالا جهڙا ليک لکڻ شروع ڪري ڇڏيا هئا. "ڀارت ڇڏي. ويو"جي هلچل جي لاءِ ميدان تهندو پئي ويو.

شاگردن ۾ بہ گرمي اچڻ لڳي هئي. وديار ٿي هلچل ٿوري ٿوري وڌڻ لڳي هئي. ١٩۴١ع ۾ سوڀي ۽ مون لا ڪاليج ۾ داخلا ورتي. گوبند مالهي بہ ان ئي سال لا ڪاليج ۾ آيو. سنجوڳ اهڙو اچي بڻيو جو ڪاليج جي بلڪل ڀرسا هڪ جاءِ مسواڙ تي وٺي گڏ رهڻ لڳاسين. سوڀو ۽ مان تہ اڳ ۾ ئي گهائل مائل هئاسين. گوبند جي سوڀي سان چاڻ ڪانہ هئي. هو منهنجو اڳ ۾ واقف هو پر ايتري گهرائي ڪانہ هئي. گڏ رهڻ بعد اسان ٽنهي جي گهرائي جلد وڌندي ويئي. گڏ رهندي رهندي، آهستي آهستي سوڀو ۽ مالهي بہ گهرا ٿيندا ويا. ٽئي ڇٽا پٽ تي سمهندا هئاسين. سوڀو ڇوي ڪتون نہ رکنداسين. ٽيبل ڪرسي بہ ڪانہ رکيسين.

١٩۴١ع ۾ سوڀو ڪراچيءَ آيو تہ ان سال ئي ڏيري ڏيري وديار ٿي هلچل ۾ ڀهرو وٺڻ شروع ڪيائين. جلد ئي سرگرم ۽ چست ٿي ويو. هن ڪان اڳ ڪراچي ۾ وديا رٿي هلچل شروع ٿي وئي هئي. شري چندو لعل جئسنگهاڻي ١٩٣٧ع ڪان سرگرم هو ۽ ان سال ڪراچيءَ ۾ شاگردن جي

ڪانفرنس ڪوٺائي وئي هئي. ان ڪانفرنس جي صدارت ان وقت جي مشهور نيتا شري ستيشورتيءَ ڪئي هئي. هو صاحب نهايت قابل ۽ فصيح زبان ليڪچرر هو. سندس ليڪچر جي للڪار پريل هڪ سٽ اڃا بہ مون کي ياد آهي. "Who lives if India dies. Who dies if India lives"?

شري چندر لال سن ١٩٣٩ع ۾ شاگردن جي ٻي ڪانفرنس ڪوٺائي، ان جي صدارت شري نارائڻداس رتنمل ملڪاڻي ڪئي هئي.

٤٠-١٩٣٩ع ڌاري شري هشو ڪيولراماڻي انگلينڊ مان موٽيو هو. اچڻ سان ئي شاگردن ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين ۽ وديارٿي هلچل تي چڻ تہ ڇانئجي ويو. (Group talks) ۾ نهايت اثرائتو ڳالهائيندو هو. هن سان گڏ ڪم ڪندڙ پريتم ٽهلراماڻي، موتي موٽواڻي ۽ هڪ ريجهو اپيچنداڻي لموتي ۽ هنسان پوءِ منهنجو چڱو رشتو ٿي ويو هو چڱا سرگرم شاگرد هئا. ان وقت ڪالج جون فيون گهٽ ڪرائڻ جو تحرڪ هليو هو. (١٩٣٩ع) جنهن شاگردن ۾ چڱي هلچل پيدا ڪئي هئي ۽ فيون گهٽ پڻ ٿيون هيون. سن ١٩٤٠ع ۾ لڙائيءَ جي دوران حشو ڪيولراماڻي، پريتم ٽهلراماڻي، سنتوش ڏرماڻي جو پڻ هلچل ۾ سرگرم هو، گرفتار ٿيا هئا. هشوءَ کي ارڙهن مهينن لاءِ نظر بند رکيو ويو هو. انهن ڏينهن ۾ ڪي ڇوڪريون شاگرد پڻ سرگرم هيون.

ان طرح سوڀي جي اچڻ کان اڳ ڪراچيءَ ۾ ڪجهہ قدر ميدان تيار پڻ هو. هن جي شخصيت، بي ڊپائي، دماغي سائي ويچارن جي چٽائي ۽ پختگيءَ جلد ئي گهڻن ئي شاگردن تيّ اثر پيدا ڪيو اسان جي رهڻ جي جاءِ چڻ تہ هلچل جو ڪيندر ٿي پيو. خوب بحث ٿيندا هئا. راڄنيتي، ساهت، اتهاس، سوشلزم، مارڪسواد وغيرہ. ان وقت ۾ هشوءَ جو ڀاءُ گوپ ڪيولراماڻي، روچو پارداساڻي، ناري نهالاڻي ۽ ٻيا ڪيترا نوجوان شاگرد سوڀي جي چڱو ويجهو ايندا ويا. گوبند ۽ منهنجي سنگت تهان وڌيڪ گهري ٿيندي وئي، جو اسين پاڻ ۾ گهڻو تڻو گڏ هوندا هئاسين.

سوڀي جو، پڙهڻ جو شونق پين دوستن ۾ بہ وڇڙڻ لڳو. هن کي مارسڪواد، سوشلزم، ساهت ۽ اتهاس ۾ ٻين وشين پڙهڻ لاءِ جهجهو چاهہ ڏياريندو هو. منهنجا گڏ ڪيل ڪتاب هن کي پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو. منهنجو

ڪتابن ۾ ساهه هوندو هو، هڪ هڪ ڪري گڏ ڪيا هئا، نہ چاهيندو هوس تہ منهنجي ڪيٽ مان ڪو ڪتاب ٻاهر نڪري پر سوپي منهنجو اهو ڪتابن جو موهہ توڙي چڙيو. آخر ۾ انهن ڪتابن مان ۵۰- ۵۵ ڪتاب "نئي دنيا" ڪتاب گهر لئبرريءَ کي گوبند جي چارج ۾ پهچي ويا (۱۹۴۴) چوندوهو ڪتاب پڙهڻ لاءِ آهن ۽ نہ ڪٻٽن ۾ بند ڪري رکڻ لاءِ هيترا پيسا خرچ ڪيا اٿيئي تہ ٻين کي بہ لاڀ وٺڻ ڏي.

ان عرصي ۾ هن جي صحبت ۾ مونکي بہ روسي ساهت پڙهڻ جو وجهہ مليو ۽ شونق لڳو. دوستو وسڪي، پشڪن، گوگول جهڙن ڪلاڪارن سان واقفيت ٿي. دوستو وسڪيءَ جا Crime and Punishment ۽ Idiot انهن ڏينهن ۾ پڙهيم. ايترو سرگرم رهندي بہ سندس پڙهڻ جي عادت اهڙي هوندي هئي جو ڪتاب هٿ ۾ هوندو ئي هوس. هڪ دفعي هڪ انگريزي ليکڪ، جيمس جوائمس Ulisses ڪتاب هٿ ڪري آيو. مان ٻانيان تو ۱۲۰۰- ۱۳۰۰ صفحا ڪتاب هو. ۽ تي ڏينهن لاڳيتو پڙهي پورو ڪيائين. روٽي پاڻي بہ جاءِ تي، جنهنجو بندوبست هي بندو ڪندو هو.

ايتريءَ مشغوليءَ هوندي بہ، هو ڪڏهن ڪڏهن پاڻ کي نهايت اڪيلو محسوس ڪندو هو. ائين لڳندو هو چڻ ڪنهن دور ديس جو سئر ڪري رهيو آهي. گنگنائيندو هو گرديو جي ڪنهن ڪويتا جون بہ سٽون!

"بـــورشـــــــار دلـــو ايـــلـــوري،
تمـــين ڪـــيـــنـــو نـــا ايـــلـــوري"

(برسات جي رت اچي ويئي آهي، تون ڇو نہ آئين)

۽ ڪڏهن ڪڏهن ڳائيندو هو "ائڪلا چلو ري"

زندگيءَ جو سفر اڪيلو ئي سفر تہ آهي! پر اهي سياهہ بادل گهڻو وقت نہ رهندا هئا. جلد ئي پنهنجو پاڻ سنڀاليندو هو. هن جو دماغ سدائين دل تي فتح پائيندو هو.

انهن ڏينهن ۾ ٻہ ننڍيون آکاڻيون بہ لکيون هئائين. هڪ جو موضوع مون کي ياد آهي. هڪ هاريءَ زميندار کان اٺ آنہ قرض ڪنيو ۽ پوٽي جائي تائين روز ڪائين جي ٻري زميندار وٽ پهچائيندو رهيو. پوٽو هڪ ڏينهن چئي ٿو، "ڏاڏا! هن کي تہ ڍير ڪائيون ڏئي چڪا آهيون."

سن ١٩٣٢ع آگسٽ ۾ اسين ٽئي دوست سوڀو، گوبند مالهي ۽ مان، وڪالت جي ٻئي سال يا آخرين سال ۾ پڙهي رهيا هئاسين. ٨ آگسٽ بمبئيءَ ۾ هند ڇڏ خالي ڪريو جو ٺهراءُ ڪانگريس پاس ڪيو ۽ ٩ آگسٽ صبح جو سوير مهاتما گانڌي، پنڊت جواهرلعل نهرو، سردار ولڀ ڀائي پٽيل، مولانا آزاد ۽ ٻيا ڪانگريس جا اڳواڻ گرفتار ڪيا ويا. ساري ديش ۾ طوفان اچي ويو. سنڌ پڻ ان طوفان کان دور نہ رهي سنڌ ۾ ڪيترائي اڳواڻ سٽت ئي گرفتار ڪيا ويا. ان طرح اڳواٽي نوجوان شاگردن کي سنڀالڻ جو وجهہ مليو. ڪراچيءَ ۾ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ هڙتال شروع ٿي وئي. سوڀي نہ فقط لا ڪاليج ۾ اڳواٽي ڪئي. بلڪ سموري شاگردن جي هلچل جي اڳواٽي ڪئي. شروع ۾ گوبند مالهي اهڙو محڪم نہ لڳندو هو، پر جلد ئي هو بہ محڪم ارادي وارو ٿي ويو. شروعاتي ڏينهن ۾ شاگردن جي هڪ سرگس ڪڍي وئي هئي، سا جڏهن ڪراچيءَ جي سول اسپتال وٽ پهتي تڏهن پوليس ان تي لٺ بازي ڪئي، جنهن ۾ وقت جي شاگرد هلچل جي سرگرم اڳواڻ تلسي ٿهلياڻيءَ، کي مغز تي ڌڪ لڳا هئا. ٿورن ئي ڏينهن بعد هن کي ۽ ٻين ڪيترن شاگردن کي گرفتار ڪيو ويو هو. گوبند مالهي پڻ شروعاتي ڏينهن ۾ ئي گرفتار ڪيو ويو هو. انند نيواڻي، سيتل دريائي، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ آسن اتمچنداڻيءَ ۽ ٻيا ڪيترائي نوجوان شاگرد ڪراچي، حيدرآباد، سکر شڪارپور، نوابشاهہ ۽ ٻين شهرن ۾ گرفتار ڪيا ويا هئا.

سوڀو پوليس جي ڪڙين نظرن کان غائب رهيو ۽ زير زمين ٿي رهيو ۽ هلچل جي اڳواٽي ڪندو رهيو. شاگردن کي اتساهت ڪندو رهيو. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي People's voter پاليسيءَ سان هو سهمت نہ هو ۽ آزاديءَ جي جنگ ۾ پورو سرگرم رهيو. پوليس جي نظرن کان بچڻ لاءِ هو هڪ هنڌ نہ رهندو هو ۽ جلد جلد جايون بدلائيندو رهندو هو. هي ٻئي ساٿي لهہ وچڙ ۾ رهندو هو ۽ سندس گهرجن جو خيال رکندو هو. پنهنجي ڊريس پڻ بدلي ڇڏي هئائين. مرهٽي نموني ٻٽي لانگ سان ڌوتي ٻڌڻ شروع ڪئي هئائين. ايتري ان جي پريڪٽس ڪئي هئائين جو پڪو مرهٽو لڳندو هو. ان سان گڏ ڪڙتو ۽ جواهر جئڪيٽ پائيندو هو ۽ سدائين ڪاري عينڪ پائيندو هو. ميٺارام هاسٽل ۾ گهٽو ٽٽو ايندو هو پر جلد گم ٿي ويندو هو.

شاگردن سان ڳالهيون ٻولهيون ڪري ڪسڪي ويندو هو. خوشيءَ جي ڳالهہ اها آهي جو ان وقت ڪنهن بہ پوليس کي چغلي نہ رسائي ۽ شاگرد پنهنجو ڪم ڪندا رهيا.

ان دوران ڪنهن طرح سوڀي جي پرچي ودياراتيءَ سان گڏجاڻي ٿي. سوڀي ڪاريہ جي جوش ۽ هلچل کي اڳتي وڌائڻ جي چاهہ ۾ هن سان گڏ ڪم ڪرڻ جو پروگرام رٿيو هو. نہ صرف ايترو، هن سان گڏ سندس ڪمري ۾ پڻ وڃي رهيو، هيءَ بندو اتي بہ ٻہ ٽي دفعا سوڀي سان گڏيو، اهو پروگرام مون کي دل سان نہ لڳو هو ۽ مونکي من ۾ ڪٽڪو رهندو هو جنهن ڪان مون سوڀي کي واقف ڪيو. خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو هو جلد ئي هن کان علحدو ٿي ويو ۽ ٻئي هنڌ رهڻ لڳو. اتان هاسٽل جي ڪنهن نہ ڪنهن ڪمري ۾ پهچي ويندو هو. ان طرح ۱۹۴۲ع جي آخر تائين ڪاريہ ۾ لڳو رهيو ۽ چست رهيو.

۱۹۴۳ع جنوريءَ ۾ سوڀو گرفتاري لاءِ تيار ٿيو. مان ٻانيان تو (يادگيري مان لکي رهيو آهيان ٢٦ جنوري تي (۱۹۴۳) ميٺارام هاسٽل جي ٽينس ڪورٽ تي جهنڊي جي سلامي ڪرائيندي ليڪچر ڪندي گرفتار ٿيو هو. بهرحال جنوري جو مهينو هو. ٽڏيون هيون ۽ ڪيس گرم جواهر جٽڪيٽ پيل هو ان وقت هن جو نالو شاگردن جي زبان تي چگو چوکو اچي چڪو هو.

گوبند مالهي جيل هليو ويو، سوڀو جيل هليو ويو، مان ٻاهر رهيس. ان وقت ڪانگريس جي مرڪزن مان ٻاهر رهڻ جي هدايت هئي.

انهن ڏينهن ۾ هڪ سرگرم نوجوانن جي ٽولي بم گولا ٺاهڻ ۾ بہ مشغول هئي. بندر روڊ تي، پنجرا پول جي جاين جي هڪ ڪمري ۾ اهو ڪم ٿيندو هو. هڪ بزرگ ڪانگريس اڳواڻ معرفت ڪڏهن پئسا ڪڏهن ڪجهہ (Chemicals) يا بارود ملندو هو جو مان هڪ خاص ماڻهوءَ تائين پهچائيندو هوس. وڌيڪ مون کي ڪابہ خبر ڪانہ هوندي هئي. اها ڳالهہ مون ڪڏهن بہ ٻئي ڪنهن سا نہ ڪئي ۽ نہ اڄ ڏينهن تائين ڪئي هئي. خود سوڀي کان بہ، جنهن سان منهنجو نهايت گهرو سنبنڌ هو، ڳالهہ لڪائي هئي. منهنجو ٻيو ڪم هوندو هو بي قاعدي نڪرندڙ بليٽن هاسٽل تائين پهچائڻ، ڪراچيءَ جي مٺي در يا کاري در ايراضيءَ مان اها بليٽن ڪي نوجوان ڪيندا

هئا. ۽ ڪنهن طرح مون تائين پهچندي هئي مون کي ان ڪاريہ جي باري ۾ هت هندستان اچڻ بعد پتو پيو تہ ڪير ڪڍندا هئا اها بليٽن. انهن ڏينهن ۾ Nehru Flings Callenge ڪتاب پڻ نڪتو هو جو سرڪار ضبط ڪيو هو. انهيءَ ڪتاب جي پاڻ وٽ رکڻ ڪري پڻ ڪي نوجوان گرفتار ٿيا هئا. اهو ڪتاب بہ ٽي سال ٿيا تہ مون هڪ دوست کي ڏئي ڇڏيو. ان ڪتاب ۾ نهروءَ جي لکتن ۽ تقريرن مان سلطنت شاهيءَ خلاف ٽڪر گڏ ڪيل هئا ۽ سوشلزم ۽ وغيره جو پرچار هو.

اوچتو هڪ ڏينهن پنجرا پول بلڊنگ ۾ بم ڦاٽو. سڄي شهر ۾ وائويلا مچي وئي ۽ پوليس جي ڊڪ ڊوڙ ٿي وئي. شام جو منهن اونداهيءَ جو اهو بزرگ ڪانگريسي متر مون وٽ آيو ۽ آگاهہ ڪري ويو تہ مون وٽ ڪجهہ نہ هئڻ گهرجي ۽ ٻڌايائين تہ بم گولو ڦاٽو هو ۽ خبر نہ آهي ڪهڙا ڦاٽ ڦاٽندا، پر اهو سموروڪم نهايت هوشياريءَ سان ٿيل هو ۽ مکيہ ڪردار ٻاهر ٿي رهيا ۽ گهٽن جا تہ نالا ئي ظاهر ڪونہ ٿيا. انهن ۾ هيءَ بندو ۽ اهو بزرگ ڪانگريسي اڳواڻ پڻ هئاسين.

انهن ڏينهن ۾، جيل وڃڻ کان اڳ ۾ سوپي بہ مون کي هڪ خطرناڪ چيز لڪائي رکڻ لاءِ ڏني هئي. جيڪڏهن ڪنهن طرح سان گرفتار ٿيان ها ۽ گهر جي تلاشي ورتي وڃي ها تہ شايد ڳريءَ سزا جو حقدار ٿي وڃان ها.

هڪ ڏينهن اوچتو سوپي جو جيل مان موڪليل نياپو مليو تہ فلپس جو بلب فلاٽي ماٺهوءَ کي ڏئي ڇڏج. اشارو ان خوفناڪ چيز ڏانهن هو. اهو شخص بہ ڪاليج جو شاگرد هو. منهنجو بہ واقف هو. پر مون کي خبر ڪانہ هئي تہ ڪو هو سوپي سان پڻ اهڙو گهرو هو. ڏينهن ٻن ۾ اهو نوجوان مون سان مليو. مون کي ڏسي مشڪي چيائين. ”نياپو مليو اٿيئي؟“ مون اٽڪاٽائيءَ جو رخ ڏيکاريو. مشڪي چيائين، ”فلپس جو بلب“ مون بہ مشڪي ڏنو ۽ جلد اها چيز هن کي پهچائي.

هلچل جي دوران ياءُ ٽلوڪ پڻ نظر بند ٿيو هو. هو ان وقت نوابشاهہ ۾ رهندو هو. ڪانگريس جو سرگرم ڪم ڪندڙ هو ۽ ”نو پارت“ هفتيوار جو ايڊيٽر هو. هن کي سکر جيل ۾ رکيو ويو هو ۽ ٻين ڪيترن ڪانگريسين سان گڏ هو. جيل مان آزاد ٿيڻ بعد حال احوال ڏيندي ٻڌايائين تہ سوپي جو

نالو ۽ نامُوس جيلن تائين پهچي چڪو هئو ۽ شري جيرامداس دولترام جهڙي بزرگ اڳواڻ پڻ هڪ دفعي ڪيس چيو تہ ”سويي جهڙا جوان جهجها هجن تہ هندستان جي آزادي دور ڪونهي.“

شري ليوند رام وشنداس جو سنڌ ۾ ١٩٣٩ع کان سمورو وقت ايم ايل اي رهيو هو، پڻ هميشہ سوڀي جي باري ۾ مون کان پڇندو رهندو هو. سوڀي ۽ گوبند مالهيءَ لاءِ هن کي دل ۾ هميشہ جاءِ رهي هئي. مون سان گڏ ڪئين دفعا سوڀو هن سان گڏيو بہ هو، جڏهن اجان ڪاليج ۾ Int. Arts پڙهندا هئاسين.

مان ڀانيان ٿو گوبند مالهي ٽن مهينن بعد آزاد ٿيو هو. سوڀو ڪجهہ دير سان ٻاهر نڪتو. اسان ٽنهي ١٩٤٣ع ۾ ايل ايل بي فائينل پاس ڪئي. جيل مان نڪتاسون تہ سوڀو ۽ گوبند مالهي، وري سرگرم رهڻ لڳا ۽ پاڻ ۾ وڏيڪ گهرا ٿيندا ويا.

انهن ڏينهن ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ تان بندش لهي چڪي هئي. پارٽيءَ پاران ڪامريڊ بخاريءَ کي سنڌ ۾ موڪليو ويو هو ۽ ڪراچيءَ ۾ پارٽيءَ جي ڪم ۾ چڱو چوکو مشغول هو. سوڀي ۽ گوبند مالهيءَ جي هن سان واقفيت ٿي ۽ اها جلد گهرائيءَ ۾ بدلجي ويئي. سوڀي مزدور هلچل ۾ چاه وٺڻ شروع ڪيو ۽ جلد اتي بہ پنهنجو سڪو ڄمايائين. گوبند مالهي ساهت ۽ ڪلچرل پهلو سنڀاليو ”نئين دنيا“ مخزن ۽ پريس شايد انهن ڏينهن ۾ گوبند سنڀالڻ لڳو. هن کان اڳ ”نئين دنيا“ گوبند پنجابيءَ شروع ڪئي هئي ۽ هلائيندو هو. ڪامريڊ بخاري هنن ٻنهي جو گهٽي قدر خيال ڪندو هو ۽ عزت ڪندو هو. هنن جي ويچارن جو چڱو خيال رکندو هو. ٻئي پارٽيءَ جا مکيہ ڪم ڪندڙ ٿي ويا. ۽ هنن جي اثر هيٺ آنند گولاٽي ۽ ڀڳوان لالواڻيءَ جهڙا جوان پارٽي ۾ ڪم ڪندڙ ٿي پيا ۽ رستي تي People Ago وڪڻندا هئا (سرگواسي ڀڳوان لالواڻي ڪي سي ڪاليج ۾ اتهاس جو پروفيسر ٿيو هو) جو مان خود اکين سان ڏسندو هوس. ان طرح ورهاڱي تائين سرگرم رهيا.

جڏهن مان سوڀي جي نزديڪ آيس (١٩٣٦ع) تڏهن مون هڪ ”ننڍڙي سنت“ سان دوستي جوڙي هئي. هاڻي جڏهن ملڪ ڇڏي وڃڻ وارا ٿياسين تڏهن هڪ نرموهي، بيباڪ، بي ڊپي، اڏول ”ڪامريڊ“ کان موڪلاير.

”ننڍڙي سنت“ کان ”ڪامريڊ“ ڪيڏو نہ لنبو سفر آهي! ڪيتري نہ من جي ڪشمڪش، هن برداشت ڪئي هوندي. پنهنجو پاڻ سان وڙهڻ، پاڻ کي بدلڻ، اندر ئي اندر سانتيڪي من جي يڌ، پاهرين لڙاين کان ڪيترو نہ وڌيڪ پيڙا ڏيندڙ آهن! پر سويي لاءِ ڪاريہ زندگي هئي ۽ زندگي ڪاريہ.

ڪارلائيل سچ چيو آهي، ”ڌنيہ آهن اهي جن پنهنجو ڪاريہ ڳولهي لڌو آهي.“ هاڻ بہ جڏهن سويي جو سوچيندو آهيان تڏهن شرت بابوءَ جو ڊاڪٽر سويسا جي اکين اڳيان تري ايندو آهي.

# امڙ پدمان

گذريل ٣ مئي ١٩٩٤ع تي مان ٧٤ سال عمر جا پورا ڪيا ۽ هڪ مختصر گهريلو ماحول ۾ ملهايل سالگرهه ڪان پوءِ دوستن جي فرمائش آهي ته ڪجهه پنهنجي خاندان جي انهن ماڻهن متعلق لکان، جن منهنجي ٻالپڻ ۾ چوڪراٺي سوچ جي ٺاهڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي.

ظاهر آهي ته انسان جي ڪردار ٺاهڻ ۾ وڏي ۾ وڏو اثر ماءُ جو هوندو آهي! منهنجي امڙ جو مان پيو پٽ هيس. پهريون پٽ منهنجو وڏو ڀاءُ ڪيولرام آهي، جو منهنجي والد ۽ چاچي ٻنهي جو نور نظر هيو، ڇو ته آخر تائين چاچي کي اولاد ڪانه ٿي ۽ هن پنهنجو پيار اسان سيني ڀائرن کي ڏنو، جيتوڻيڪ گود ورتل منهنجو وڏو ڀاءُ هيس. ان جو ذڪر مان تفصيل سان ڪنهن ٻئي دفعي ڪندس. ڇو ته ماءُ ڪان پوءِ جن ماڻهن منهنجي ڪردار کي ٺاهيو، انهن مان وڌ ۾ وڌ اثر، ڏاڏي پرپداس ۽ چاچي ڪلڌاس جو هو.

مان جڏهن ٢٠- ٢١ ورهين جو ٿيس، ته امڙ ڪان پڇندو هوس ته مان ننڍي هوندي ڪيئن هيس؟“ چوندي هئي ته ڀاڻي وڏو سچو ڏينهن رات منهنجي پنيان لڙڪندو رهندو هو، پر تون سچو ڏينهن پنهنجي ليڪي بانبڙا پائيندو الڳ ٿلڳ ليٽڙيون پائيندو وتندو هئين، (ظاهر آهي اهو دور گهرن ۾

فرش يا ٽائلس واري فرشن جو دور نہ هو، پر گهرن ۾ ڪچو راڳو يا گاري جو پٽ هوندو هو، جنهن جي مٿان مينهن يا ڳانءِ جي ڇيڻي جو ليپو ٿيل هوندو هو، ۽ ٻار اجا مٽي ۾ کائيندا هئا ۽ مٽيءَ ۾ ليٽڙڻ ڪو عيب نہ هو. ٽئگور جا crescent Moon ۾ چيل شعر. ڌرتيءَ سان ٻار جي ان لاڳاپي متعلق آهن.(١٠)

امڙ ڏاڍي محنتي ۽ وڏ گهراڻي ۽ گهر کي صاف سٿرو رکڻ واري هئي. مان سندس ان ڪري بہ دادلو هئس جو ماني گهٽ کائيندو هئس ۽ مٺائيءَ (شين) تي زور زياده هوندو هو، رات جو اڪثر ٻاجهي ۽ مانيءَ کان انڪار تي مون کي پوري پڪوڙو تري کارائيندي هئي، ظاهر آهي تہ اهو دؤر اجان سَچي گيهہ مکڻ وارو دؤر هو، جنهن کي واٽڪيءَ زبان ۾ ست- جڳ جو دؤر چئجي، ۽ مان ٻانيان ٿو تہ منهنجي ڏگهي "آيو" يعني عمر ۾ خاصو حصو، ٥٠ ورهين جي عمر تائين ڪاڌل کير مکڻ ۽ سچي گيهہ جو بہ آهي ۽ مون خاصيون ڪسرتون ۽ جسماني محنتون ڪيون آهن، (اسان جي گهر ۾ نقلي گيهہ جو ورتاءُ ١٩٧٠ع کان پوءِ شروع ٿيو جڏهن ڊاڪٽرن جي راڙ شروع ٿي تہ سچي گيهہ سان ڪولسٽرو Cholestrol ليول وڌي ٿي.)

امڙ اسان کي اسڪول مان موٽي اچڻ تي، (جيڪو ميل پري ٻگيءَ جي ڳوٺ ۾ هيو) وهنجاري سهنجاري مٰاني کارائي، پينگهي ۾ چاڙهي سمهاري لولي ڏيڻ شروع ڪندي هئي ۽ امڙ جي لولي مون کي اڄ بہ Haunt ڪندي/ ياد ايندي آهي، ڇو تہ اها لولي هزارن سنڌي مائن جي دل جي ڌڙڪڻ مان پلجي، هزارن سالن تائين سنڌ جي ٻچڙن کي گرميءَ جي رُت ۾ الوٽ ننڊ ۾ سمهاريندي رهي آهي، اڄوڪين مائنِ وانگر نہ، جو ڏينهن رات پاڻ ٽي وي.ٽي تہ ٻار بہ ٽي. وي ٽي! اهو گهڻو پوءِ اندازو ٿيو تہ جتي بجلي نہ پکا هئا، اتي ماءُ ويچاري پينگهو لوڏيندي پاڻ کي وچڻو هڻندي رهندي هئي!

امڙ جنڊ بہ پيهندي هئي، ان ۾ چڙهندي هئي ۽ مان جنڊ مان پيٺل اٽي جا ٻڪ پري ٻاهر اڇلائيندو هوس تہ هوءَ هنج ۾ ڇڪي، منهنجا هٿ اٽي اڇلڻ کان بہ روڪيندي هئي تہ ڪاهي هٿ سان جنڊ جو هٿيو بہ هلائيندي رهندي هئي.

جهاوير چند ميگهاڻي، گجراتي زبان جو وڏو سانئر (شاعر) ۽ گجراتي

لوڪ فن جو وڏو ڳڻن وارو اديب ۽ فنڪار هو. ١٩٤٠ع ۾ هو جڏهن ٽئگور جي درشن لاءِ شانتينڪيتن ۾ پڙاريو (پهتو) تہ هن جنڊ پيهندڙ ماءُ جي چوڙاري گهمندڙ ڦرندڙ ۽ کيڏندڙ ٻارڙن جي ماءُ جو گيت وڏي سوز سان ڳايو هو تہ مون کي پنهنجو ٻالڪ پڻو ياد اچي ويو هو!

اڄ بہ اسان جون لوليون ڳائيندڙ جيجلون جيڪر اسان جي مٿين طبقي جي ٻارڙن لاءِ ڪي سٺيون لوليون ڳائي رڪارڊ ڪرائي ڏين تہ اسان جي پٽن پوٽن ڏوهٽن ۽ ننڍڙين راڻين کي جيڪر ننڊ ڪرائڻ آسان ٿي پوي! ۾ مائي ڀاڳي ۽ زرينہ بلوچ جي لولين ۾ بہ اها سڪون بخشيندڙ ۽ ننڊ ڏياريندڙ لولي ڪانہ ٿي سمجهيم جا پنهنجي ننهن کي چوان تہ وڃائي ڪري ٻارڙن کي سمهاري ڇڏي!

ڪاٿي آهن اهي مائرون، يا اهي چاچيون، يا اهي وڏيون ڀينرون جيڪي مائٽن جو پيار ڏينديون هيون؟

امڙ بلڪل غير مذهبيءَ سيڪيولر (دنياوي) سوچ واري هئي ۽ اسان ڀئي ڀائر تہ پنهنجو گهڻو وقت مائي ڏياڻيءَ جي گهر ۾ سندس ڀينگهي ۾ گذاريندا هئاسين، ۽ هوءَ امڙ جي خاص سهيلي هئي، جا ڪيس ساڳ ڀلي يا ڀاڇين وڍڻ چلڻ ۾ بہ خاص مدد ڪندي هئي.!

امڙ مائي ڏياڻيءَ يا ٻين مسلمان عورتن سان (جن جو اسان جي گهر ۾ اچڻ وڃڻ هو) ڪابہ ڇوت ڇات ڪانہ ڪندي هئي. پاڙيسرڻ مائي حليمان جا مهاندا تہ بلڪل امڙ وانگر ئي هئا، چڻ تہ ڀئي جاڙيون ڀينر هجن!. ۽ هوءَ بہ واندي وقت سڌو اسان جي گهر ايندي هئي. انهيءَ زماني ۾ عورتن کي ڏاڍي واند ڪانه هوندي هئي! حيرت آهي تہ اڄوڪي زماني ۾ اسان جون ننهر ڏيئر ۽اسان جون زالون سڄو ڏينهن هڻ هٽان ۾ هونديون آهن ۽ "ڏر" "سيبي" پرت ۽ ڪچهريءَ لاءِ وقت ئي ڪونہ هوندو اٿن.

مان جڏهن سياست ۾ ويس ۽ پهريون دفعو جيل ۾ پيس تہ مون سان ملڻ لاءِ امڙ ۽ ٻائو وڏو ايندا هئا، پيءُ ۽ ڏاڏو ڪڏهن جيل تي ملڻ نہ آيا، ڇو تہ چوندا هئا تہ اسان جيل تي وڃي روئي پونداسون. امڙ ان لحاظ کان دل جي ڏاڍي هئي، هن لاءِ معمول ٿي چڪو هو، هزارين سنڌي مائن ۽ ونين جو معمول هو تہ پنهنجي پٽن ۽ گهوٽن سان اچي جيل تي ملاقات ڪنديون

هيون. برصغير جي آزاديءَ لاءِ لڙائي لڙندي جيل وڃڻ هڪ عزت جهڙو ڪارنامو سمجهيو ويندو هو.

پنج سال ڳوٺ ۾ نظربنديءَ دوران، جولاءِ ١٩٥٩ع کان وٺي مارچ ١٩٦٤ع تائين مان لاڳيتو گهر ۾ رهيس ته امڙ سان اجان به وڌيڪ ويجهڙائي ٿي ۽ ماءُ ۽ سسن جا مسئلا سمجهڻ جو وڌيڪ موقعو مليو. امڙ روايتي هندو گهر جي وڏي ننهن هئڻ سبب اسان جي گهرجي فيصلہ ڪن ۾ بااختيار شخصت هئي. ڪنهن کي به هن سان اٽڪڻ جي ضرورت نہ پوندي هئي ڇو تہ هوءَ پاڻ ماري ننهن ۾ پٽن پوٽن جي ناز بردار ڪندي هئي.

١٩٦٨ع ۾ هوءَ صبح جي پهر ۾ گذري ويئي، نہ ڪو تڪليف هئس، نہ دانهن ڪيائين ۽ پانيان ٿو تہ مرڻ وقت سندس عمر ٦٦- ٦٧ سال هئي. اسر جو سڏ ڪيائين تہ مون کي مونجهہ ٿي ٿئي.

مون ڪيس "ڪورامن"جا ڦڙا ڏنا، پر بابو جيڪو وڌيڪ تجربو رکندو هو، تنهن چيو، "فضول آهي، نہ بچندي، پائرن کي سڏي وٺ!"

هي پهريون دفعو هو جو مون کي پنهنجي گهر جي ڪنهن ڀاتي کي مرڻ وقت ڪلهو ڏيڻ جو موقعو مليو هو ۽ مک ڪانڌي هئڻ جي ناتي سان مون کي ٻارهن ڏينهن تائين ڏاڙهي بہ رکڻي پئي، ان دوران ڪامريڊ نازش ڳوٺ آيو تہ مون کي سڃاڻي نہ سگهيو. هو پنهنجي ماحول کان ايترو ڪٽيل رهيو هو جو ڪيس خبر نہ هئي تہ هندن ۾ ڪانڌيءَ لاءِ ڪراچيءَ کان وٺي ڪلڪتي تائين اهو ئي رواج آهي.

منهنجا ڪي مسلمان دوست پڇندا آهن تہ."توهان پنهنجي عزيزن کي ڇو ساڙيندا آهيو؟" مان سمجهان ٿو تہ ان جو جواب اهو ئي آهي تہ اها رسم ۽ رواج صدين کان هلندڙ آهي. مون جڏهن پنهنجي امڙ جي چتا کي باهہ ڏني تہ ان کي بلڪل هڪ قدرتي فعل سمجهيم ۽ هڪ فرض نڀائڻو هو. جو مون پورو ڪيو.

مان پنهنجي مصروفيتن سبب گذريل ڳالهين کي ايترو ياد نہ ڪندو آهيان، پر جيڪڏهن ڪنهن رات ننڊ نہ ايندي آهي ۽ ننڊ جي گوري ڪائڻ لاءِ اٿڻ نہ پڇندو آهي تہ صرف ڪي چند گهڙيون امڙ جي تصوير ذهن ۾ آڻيندو آهيان تہ ننڊ اچي ويندي آهي!.

# مائي ڏياٽي

ٻاروتڻ کان وٺي هڪ مائي جنهن جو نالو "ڏياٽي" هو، سا منهنجي ذهن تي چٽ وانگر اُڪريل آهي. ڏياٽي، جا منهنجي وڏي ياءُ ۽ مونکي؛ اسانجي گهران وٺي؛ پنهنجي گهر وٺي هلندي هئي ۽ جيڪي ڪجهه گهر ۾ رڌل پڪل هوندو هوس، سو اسان ٻنهي کي کارائيندي هئي. تنهن کانپوءِ جڏهن اسانکي ننڍاڪڙو ڏسندي هئي ته پينگهي ۾ سمهاري لولي ڏيڻ شروع ڪندي هئي. لولي، اها جيڪا اسانجي ٻهراڙي ۾ اڄ بہ مائون پنهنجي ٻارڙن کي ڏينديون آهن. وري ننڍ مان جيئن ئي اسان سجاڳ ٿيندا هئاسون تہ سندس چيچ وٺي ٻئي گهر پهچي ويندا هئاسون. اهو زمانو اهڙو هو، جو ماڻهو پنهنجي گهرن آڏو ٻهاري پائي، گنڍ گاهہ شيشا ۽ ڪنڊا ٻهاري لوڙهن جي هيٺين پَلوَنَ تي چاڙهي ڇڏيندا هئا، ۽ وڏڙا ۽ وڏڙيون رستي ۾ پيل ڪنڊا ڪوڪا ۽ شيشن جا ٽڪر ڪٽي هنڌائتو ڪري رکندا هئا. جيئن ايندڙ ويندڙ ۽ ڪيڏندڙ ٻارن کي نہ لڳن.

مائي ڏياٽيءَ جو مڙس شرِيف هوشيار بندوقچي ۽ شڪاري هيو، ۽ سڄو ڏينهن بندوق ڪلهي تي کڻي ويندو هو تتر ۽ ٻيا پکي شڪار ڪرڻ، ۽ سندس گهر هميشہ هڪ ويلو ڪنهن پکيءَ جو ٻوڙ هوندو هو. مائي ڏياٽي

پنهنجي مڙس، پنهنجي اڳ ڇائي پٽ جي ڪاڏي مان بچائي، اسان ٻنهي ڀائرن کي به ڪارائيندي هئي. امڙ سان گهري ساهيڙپ هيس ۽ تقريبن هر روز ايندي هئي ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪچهريون ڪنديون هيون ۽ اسان ٻار وري پنهنجي راندين ۾ مشغول هوندا هئاسين.

اسان سنڌي اسڪول ۾ پڙهڻ پورو ڪري قمبر جي اي. وي. اسڪول ۾ پڙهڻ هليا وياسون. هڪ دفعي وئڪيشن تي آيل هئاسون، ته پڌوسون ته شريف فوت ٿي ويو هو ۽ عدت گذارڻ کان پوءِ مائي ڏياٽي به ڪنهن پاسي هلي وئي هئي.

ايترو سمجهه پريو ڪونه ٿيو هوس، پر ايترو معلوم ٿيو هو ته مائيءَ کي سنڌس هڪ ئي اڳ ڇائي پٽ گهر ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو هو.

ٿورا وڏڙا ٿياسون ۽ منهنجو چاهه ڪهاڻيون ۽ قصا پڙهڻ طرف لڳو ته اوهينريءَ جي هڪ آکاڻي سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل، جنهن جو نالو "موميائي" هو، پڙهڻ کان پوءِ دل تي تري آيو ته هيءَ ته مائي ڏياٽي هئي.

مائي ڏياٽي جي باري ۾ جڏهن اسان ننڍڙا هئاسون، تڏهن ڪنهن ڪاوڙ مان ڪيس "اٺ مڙسي" ڪوٺيو هو ۽ مائي ڏياٽي ڪن ٻوساٽي، چپ ڪري پنهنجي گهر هلي وئي هئي. پهرين مڙس جي مرڻ وقت هوءَ تمام ننڍي هئي ۽ موٽي پيڪين وڃڻ تي ڪنهن ٻئي شينهن جي ڪلهي چاڙهي وئي هئي، ۽ ان مڙس به ڪيس ماري ماري اڌ مئو ڪري ڀڄڻ تي مجبور ڪيو هو. پوءِ ٽيون ۽ ٽنهن ڪانپوءِ چوٿين ۽ حساب ۾ شريف، سنڌس پنجون مڙس هو پر ڪيس پنهنجو ٻار ڪنهن به مڙس مان ڪونه ٿيو ۽ ممتا جي ماريل، هيءَ مائي، هر ڪنهن پرائي ٻار کي به پنهنجو ڪري ان کي سنڀاليندي هئي. ٽڪر ڳيي جي ٻکي ڪانه هئي. رڳو هن کي گهربي هئي، شڪ محبت ۽ پيار. اسان ٻارڙن کي، جن کي دنيا جي نه خبر هئي نه چار، ٽن هن مان ماءُ جي پيار جو احساس ورتو، ڇو ته امڙ هميشه گهڻن ڪمن ۾ مشغول ۽ ٻار مٿان ٻار ٿيڻ سبب سنڌس شڪر گذار رهندي هئي ته سنڌس ڪم ڪار ۾ ۽ گهر جي پورهيي ۾ ڪو هٿ ونڊائي.

گهڻا ورهيه پوءِ شايد مان اُن وقت ٻارهن ورهين جو هيس، جو اسان ٻئي ڀائر پنهنجي اُستادن سان گڏجي ڪُل هند ٻالڪن جي ٻاريءَ، (All-India Ba-

جي ساليانيِ ميڙ ۾، جيڪو هاٿوڪي ميونسپل هاءِ (lank Conference
اسڪول لاڙڪاڻو جي پٽ ۾ ٿيو هو، اتي آيا هئاسون ۽ اتي اسانکي ڪنهن
نياپو ڏنو تہ مائي ڏياٽيءَ چاهيو پئي تہ اسان ساڻس ڳڏجئون. ۽ اسان پئي
پاڻ ڪيس ڳڏجڻ لاءِ ويا هئاسون. هوءَ اسانکي اڱڻ پيار سان ملي هئي ڇڻ
اسين سندس پيٽ ڄاوا هئاسون، گهٽي قرب سان مٺايون ۽ شيون کارايون
هئائين. ڇٽي نہ ٿو سگهان تہ سندس هيءَ گهر وارو ڪاٺون نمبر هو، ڇو تہ
ورهين جي وٿي پنجي ڇڪي هئي ۽ منهنجي دلچسپي ان ۾ ڪانہ هئي تہ
سندس گهر وارو ڪاٺون نمبر هو، پر ان ۾ هئي تہ هوءَ ان وقت بہ خاصي
خوبصورت ۽ خوش طبع پئي لڳي. نہ ڪيس ڳذريل وقت جي تانگھ هئي ۽ نہ
آئيندي جو فڪر، صرف پنهنجي سجاڻلن ۽ ساهيڙين بابت پڇيائين، جي
اسانجي ڳوٺ ۾ رهجي ويا هئا. جن ۾ سندس وڏي ساهيڙي اسانجي ماءُ بہ
هئي. ورهين ڪان پوءِ معلوم ٿيو تہ مائي ڏياٽي ڳذاري ويئي. ڪٿي؟ ڪهڙي
ڳوٺ ۾؟ ڪنهن جي گهر؟ ۽ ڪهڙين حالتن ۾؟ اهو ڄاڻڻ جي ضرورت لاءِ
گنجائش نہ هئي ڇو تہ هوءَ ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي نہ ڌيءَ هئي نہ زال. نہ
علم ۽ ادب جو ڪو مثال قائم ڪندڙ. هوءَ هڪ عام رواجي سنڌي عورت
هئي. جا سڪ ۽ قرب سان اڱڻ پنهنجي ور، گهر ۽ پر ڪي ويڙهي ويندي آهي
جيئن ڪا ول، جيڪا ڪنهن ٽيڪ ڪانسواءِ بيهي نہ سگهندي آهي، پر
جيڪڏهن اها ٽيڪ ڪيس حاصل ٿيندي آهي تہ هوءَ سائي وڻ جي ڇانوَ وانگر
ڇانوَ ۽ ٺارَ ڏيندي آهي.

مائي ڏياٽي هڪ غريب، مسڪين، ڏتڙيل، ڏڪاٽل ۽ عام قدرن مطابق
"ڪريل" عورت سمجهي ويندي هئي، پر جن ڪيس ڏٺو، ٻڌو ۽ اسان ننڍڙن
ٻارڙن وانگر محسوس ڪيو، تن لاءِ هوءَ مامتا جي اٿوسرندڙ ياد آهي.

# خالقو

ڪڏهن ڪڏهن رات جي سناٽي ۾ اڌ ننڊ ۾ اڌ جاڳ هوندي آهي تہ ڪيترائي پراڻا قصا ۽ داستان ياد ايندا آهن. ذهن جو اڌ ڀيڪڙيل دروازو چڻ تہ ڪو هلڪي نموني ڪڙڪائيندو رهندو آهي ۽ ياد ڏياريندو رهندو آهي تہ، ”مون ڪي چار گهڙيون، چار پهر، ڪي چند مهينا، ڪي چند ورهيہ توسان گڏ گهاريا هئا.“ ۽ گهر ڪندو آهي تہ مان ڪيس ياد ڪريان، سندس باري ۾ لکان ۽ جيئن مون سائنس انجام ڪيو هو تہ مان ڪيس نہ وساريندس. ذهن جي پٺيءَ تان ميسارجڻ نہ ڏيندس ۽ هو جيئن هو، جهڙو هو، جيڪي مون سندس ۾ ڏٺو هو يا سندس باري ۾ ٻڌو ان کي ياد ڪري ٻين آڏو آڻيندس ۽ کين ياد ڏياريندس تہ ڪهڙا ڪهڙا انسان، ڪهڙين حالتن ۾ مونسان مليا، گهڙي پل جو سات رهيو ۽ هو منهنجي دل تي ڪو اڻ متجندڙ چٽ، ڪا نہ وسرندڙ ياد ڇڏي ويا!

اهڙا اڻ وسريل ماڻهو، ڪي بلڪل نديڙا اڻ ڄاتل اڻ سڃاتل شخص هئا، پر وڏي وَٿَ هئا. منهنجي اُسرڻ، نِسرڻ، اُيرڻ ۽ اڪتي وڌڻ ۾ ڪجهہ حصو انهن جو بہ هو. ڪي منفي شخصيت جا مالڪ هئا. ڪي انسان جا ويري هئا، ڪي انسان جا دوست. ڪي چڱا هئا. ڪي بُرا هئا. پر انهن سيني

ماڻهن ۾ زندگيءَ جي حرارت هئي، جهلڪ هئي. هنن ڪالمن ذريعي مان انهن چڱن ڀلن، ٻرن، مِنن، ڪوڙن ماڻهن ۾ شخصن جو ذڪر ڪندس جي جيل اندر ۽ جيل ڪان ٻاهر مونسان گڏ رهيا ۽ منهنجي يادن کي جنهنجهوڙيندا. پڪاريندا، ٻاڏائيندا ۽ وقتي اونائيندا رهندا آهن ته اسانجي باري ۾ لک.

اڄوڪو ڪالم هڪ اهڙي شخص جي باري ۾ آهي، جنهن جو تاريخ ۾ ڪو ذڪر ڪونهي. هڪ عام ڪاتڪو شخص هو، جنهن اسان سيني کي ايڏو تنگ ڪيو هو، جو هميشه ڪوشش ۾ هوندا هئاسون ته ڪيس پنهنجي وارڊ مان ڪڍرايون ته چين سان ساهه کڻي سگهجي. ڏاڍو چغل شخص هو ۽ اسان هُنَ جي سخت برخلاف ٿي ويا هئاسون، ڇو ته جيل ۾ چغل شخص ڪنهن کي به نه وڻندو آهي. خالقو نالو هئس ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جي ڪنهن ڳوٺ جو ماڻهو هو. هميشه چوريون ڪندو رهندو هو. جنهن دفعي هو اسان جي وارڊ جو دروان هو، ان وقت هُو ڪنهن ڏوهه ۾ ست سال ٽيپ ڪمائي رهيو هو.

هڪ ڏينهن مون ڪيس چانهه پيئڻ جي آڇ ڪئي ته چانهه پي هڪدم اٿي چيائين ته، ”پنهنجي ترِ جو ماڻهو آهين، دل ڪري ٿي ته به ڏنگ ڳالهيون توسان يهي ڪريان.“ پوءِ هو ٽپهريءَ ڏاري آيو ۽ حال احوال ڪرڻ شروع ڪيائين. چيائين، ”ننڍي هوندي کان وٺي اَن جي چوري ڪرڻ سکيس. ڪڏهن رؤنشي لاءِ پاڻ ڪان وڏڙن سان گڏجي رات جو ٻاريون سٽيندا هئاسي ۽ ڪڏهن واٽين جي اَنَ جي گدامن ۾ سوراخ ڪري پوئٽان ڳوڻ ٻڌي، اڌڙ ٻوريون ڀري، پنيءَ پاڌوڻ رکي وڃي ٻئي ڏينهن بزار ۾ وڪڻي شيءِ کائيندا هئاسي. ڪيل سوراخ کي واڻ، پلال يا ڳوڻ جو ڳتو ڏئي بند ڪري ڇڏبو هو. آهستي آهستي عمر وڌندي وئي. وڏن چورن سان گڏجي هلڻ شروع ڪيم. هڪ ڀيري گهيري ۾ اچي وياسون ته بندوقون هلائي وڏن چورن هڪ ياڳيو ماري وڌو ۽ اسان گهيرو ٽوڙي ڀڄي وياسون پر پوءِ به اسان جو نالو جاچ ۾ ڪونه آيو. ڪنهن کي خواب خيال ۾ به نه هو ته مان ڪو ڏاڙيل ٿي چڪو هوس.

ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ منهنجا هم عمر ڇوڪرا پنهنجا عشقيه داستان بيان ڪري رهيا هئا. مونکي به مُنهن تي مڇ ۽ ڏاڙهيءَ جي ساول اچي چڪي

هئي، پر مون کو عشق نہ ڪيو هو. ان ڪري مان ڏاڙ هٿي نہ سگهيس. پر مون پڪو پهہ ڪيو تہ اها مڙسي ڪبي. سو ٻئي ڏينهن، منهنجي ننڍي نيٽي چاچيءَ جيئن مٿي تي سينهون رکي، ڏڏ جي گهاگهر ان مٿان رکي، ٻني تي ائين تلندي پئي وئي، جيئن بازيگر ڏور تي هلندو آهي تہ مون سندس پٺ ورتي، مان ڪجهہ مفاصلي تي سندس پوئتان هلندو آيس. هن کي شڪ بہ نہ هو تہ مان ڪو سندس ڪڍ اچي رهيو هوس يا ڪا منهنجي نيت بُري هئي. هوءَ ٻني تان شهزادين وانگر تلندي اڳيان جوئر جي ٻنيءَ ۾ جيئن ئي داخل ٿي تہ مان پوئتان ٻل ڏئي سندس اڳ ورتو ۽ کيس چيم: ”نہ ويندينءَ.“ چاچيءَ پهريائين تہ ڳالهہ نہ سمجهي ۽ جڏهن سمجهيائين تہ هڪدم نزاڪت سان ڪاٻي هٿ واري ڏڪڙن جي چپي ۽ ڏڏ جي گهاگهر مٿي تان لاهي هڪ پاسي رکي چيائين: ”آءُ .....“ ٻئي ٻانهون کولي ائين بيٺي جڻ ڀاڪر پائڻ لاءِ سڏ ڏيندي هجي. مون ٽپو ڏيئي کيس ڀاڪر وڌو، ڀاڪر وجهندي ئي هن مُشاق پهلوان وانگر ملهہ وڙهڻ شروع ڪئي ۽ مان ائين ڀانيو جڻ منهنجون پاسريون ڀڃي وجهندي. دسي مٿان لتون، مُڪون هڻڻ شروع ڪيائين. مان ضد نہ ڇيو ڇڏيان ۽ کيس چنگهن ڪان وٺي ڪيرائڻ جي ڪوشش ۾ هوس. هوءَ وَٽ نہ پئي ڏئي ۽ لتن، مُڪن ۽ ٺونشن سان منهنجو حال پورو ڪري ڇڏيائين. ويسي ڏيڍ اندر جوئر لتاڙجي ڳاهہ تي وئي ۽ منهنجي ويڙهہ هن کي ڪيرائڻ ۽ وس ڪرڻ لاءِ جاري هئي. نيٺ مونکي دسي مٿان چڙهي ويٺي ۽ پوءِ مُڪن سان مارڻ شروع ڪيائين. پوءِ مونکي اڌ بيهوش ڇڏي ۽ ساڳيءَ نزاڪت سان ڏڪڙن واري پنڊي ۽ سينهونءَ مٿان لسيءَ جي گهاگهر رکي ٻني تي بيٺي تہ مون لوٽو هٿي سندس ڏي نهاريو. ڪاٻي هٿ مان پنڊي مٿائي ساڄي هٿ ۾ ڪيائين ۽ ڪلندي ڪاٻي هٿ جو آڱوٺو ڏيکاري رواني ٿي وئي.

مون ڪجهہ وقت ڪانپوءِ هوش سنڀاليو تہ پاڻ کي ڏاڍو ذليل ۽ ڪريل ڀانيم ۽ جهنگ منهن ڏئي گهر/ ڳوٺ ڇڏي هليو ويس.

چند مهينن ڪانپوءِ بابي ڀچائيندي ڀچائيندي مونکي ڳولي اچي لڌو ۽ چيائين تہ: ”بي شرم عشق بہ چاچيءَ سان پئي ڪيئي.“

مون شرمائيندي ابي ڪان پڇيو تہ، ”چاچيءَ منهنجي شڪايت ڪئي هئي يا نہ.“

چيائين، ”هَن تنهنجو پردو رکيو، پر مون جڏهن ويسو جوئر جو لوئاڙيل ۽ لتاڙيل ڏٺو ۽ اهڙي ڳالهہ گهر ۾ ڪديم تہ ٻئي ڏينهن تي پاڻ سچي ٻڌايائين تہ ڪيئن هَن مون کي اٺ پٽڻ تي ڪري ستيو هو. ڪيڏي نہ مون کي مار ڏني هئائين ۽ جوئر اُن ويڙهہ ۾ لتاڙي هئي.“

ابي مون کي ٻجو ڏئي چيو تہ ”اولاد آهين، نہ تہ کهاڙيءَ سان منڍي لاهي ڇڏيانءِ ها....“

ابي جي زور ڪرڻ ڪري موتي ڳوٺ آيس پر چاچيءَ کي ڪنهن پنڌ تي ڏسندو هوس تہ ٻيچي پاسو ڪندو هوس، ڇو تہ ڪِلي ساڳيو ڪاٻو آڱوٺو پريان ئي ڏيکاريندي هئي.

خالقو چور ضرور هو، چغل ضرور هو، پر چاچيءَ جي ڏنل مار سڄي عمر ياد رهيس ۽ بنا ڪنهن عذر يا شرم جي فخريہ پنهنجي چاچيءَ جو ذڪر ڪندو هو.

خالقو چڱي چال عيوض جيل جي ڪجهہ معافي وٺي جلد جيل کان ٻاهر ويو ۽ وري جيل ۾ نہ آيو!

خالقوءَ کان وڌيڪ ذهن جي يادن ۾ اُها ڏور تي هلندڙ بازيگر سندس چاچي، جنهن جي ڪاٻي هٿ ۾ ڊِڳڙن جي پنڊي ۽ متي تي سينهونءَ مٿان چِلڪندڙ ڏڏَ جي گهاگهر آهي، اُها ڪنهن ڪٿا ڪلي نچڻيءَ جي ياد وانگر ذهن جي اندر ڪڏهن ڪڏهن ڦرندي رهندي آهي. ڇا تہ مائي هوندي ۽ ڇا تہ هن جو جگر ۽ ٻَلَ هوندو!

# ارباب فقير

۱۹۵۴ع مارچ جي چوٿين تاريخ حيدرآباد جيل مان آزاد ٿي پوليس جي ٽلي سان، سرڪاري خرچ تي ڏوڪري ٽاڻي تي پهتس. ڪهڙي صاحب جو شرطي آزاديءَ جو آرڊر هيو تہ، ”جيئن تہ سوڀو گيانچنداڻي بيمار آهي. ان ڪري ڪيس جيل مان آزاد ڪري پنهنجي ڳوٺ ٻنديءَ جي روينيو حدن اندر ٽن مهينن لاءِ نظربند ڪجي ٿو.“

اهڙو آرڊر ڏوڪري ٿاڻي تي پهچائي پوليس وارا مونکي پنهنجي ڳوٺ ڇڏي ويا. ٻئي ٽئين ڏينهن تي هڪ عجيب ”فقير“ منهنجي ملاقات لاءِ آيو. هيٽ تي ميرو سوٽ، مٿي سلڪ جي ميري قميص، جنهن جي مٿان ٽيڪڙ ويڪڙ ٽاءِ ٻڌل، ۽ مٿي تي ڏيڍ انچ ٿلهي سولا هيٽ Sola Hat چيائين، ”مان ارباب فقير عرف نانڪ ساريو، ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ جو صوفي فقير آهيان. تنهنجي ديدار لاءِ آيو آهيان.“ ٻکڙ سڪائڻ لاءِ هَٽَ لاهي رکيائين تہ اندران سڄي پاسي ڪياڙ تي واٽين وارو چوٽو، جيڪو ڪن ڪن قلندر جي فقيرن کي ٻہ ڏٺو اٿم، رکيل هوس. ڳالهيون پيار ۽ سڪ جون، چيائين: ”ياٽين سيٺ ڪيولرام کي چيو اٿم تہ منهنجي مُئي ڪانپوءِ منهنجو لاش واٽين وانگر ساڙائجانءِ... مسلن کي نہ ڏجانءِ...“ مان سندس عجيب فرمائش ٻڌي

حيران ٿي ويس. ٻڌو هيم ته ارباب سنديافته مولوي هو ۽ چڱن ڀلن مولوين کي بحث مباحثي ۾ پوڻتي ڇڏي ويندو هو. مون کيس عرض ڪيو ته، ”ميان! منهنجي ٿي لاش تي لئيون لڳنديون ته واٽيا ساڙنس يا مسلمان پورنس. سو تنهنجي وصيت هن مسلمان ملڪ ۾ اسان ڪٿي پوري ڪنداسين .... ڀل ميان پنهنجن سان رهه ۽ نباهه...“

پوءِ هو وقت بوقت ايندو رهيو ۽ هميشه قرب سان نرڙ تي چُمي ڏيندو هو ۽ فرمائش ڪنهن نئين ٽوپ يا هئيٽ لاءِ هوندي هُئس.

هڪ ڏينهن پنهنجي ڳوٺ اڇڻ جي ڪوٺ ڏنائين، چيائين، ”فقيرن جي آستاني تي اچجانءِ ته ڪچهري ڪنداسون.....“

نيٺ سندس چوڻ تي هن جي آستاني تي پهتس. چوڏاري ٽالهين جي ٿڌي ڇانءِ لڳي پئي هئي ۽ چوڌاري چرس جو زبردست هُڳاءُ فضا ۾ ڇانيل هو. اڌ ڊزن کن فقير لانديءَ ۾ ويهي سلفين مان سوٽا ڀري رهيا هئا. پُڇا ڪيم ته، ”ارباب فقير ڪاٿي؟“ ته ڪوه طرف اشارو ڪيائون. ان ڪوهه جو ذڪر ارباب اڳيئي ڪري چڪو هو ته ڪيئن محنتون ڪري آستاني تي پڪو کوه، نار سميت جوڙايو هئائين ۽ ڪنهن معتقد جيڪو ڍڳو ڏنو هيس، سو ٻه ٽي ڪلاڪ ڳاڏيءَ سان جوٽي نار ۾ وهائيندو هو. جتهنجي پاڻيءَ مان حوض ڀربا هئا، جن مان جانور پاڻي پيئندا هئا ۽ مَٽَ ڀربا هئا، جن مان ماڻهو پنهنجي پياس ٻجهائيندا هئا. ٻلهڙيجيءَ جا مَٽَ اڄ به تمام ٿڌو پاڻي ڏيندا آهن، جو ته ڪنيارڪو فن موهن جي دڙي جي زماني کان وٺي اُتي موجود آهي. اَڄ ڏاڍي لڳي هئي. سو نڪر جي صاف سٿري ڪپي پر مٽ مان پاڻي پيتم ۽ ارباب کي ڳولڻ لاءِ ڪوهه ڏي رُخ رکيم. ڏٺم ته هو ڏاند واري پاچاريءَ کي هٿن سان وٺيو نار گيڙي رهيو هو ۽ پگهر ۾ شل ٿيو پيو هو. موالين مان هن پورهيي ۾ ڪوبه ساڻس گڏ نه هيو. ۽ نار جو پاڻي جو ڪسيءَ ۾ ڪري رهيو هو. مونکي ڏسي پاچاري ڳاڏيءَ سميت زمين تي رکيائين ۽ وڏي اچي پاڪر پائي نرڙ تي چمي ڏنائين، پر فضيلت سان پهريان پنهنجي منهن جو پگهر اگهيائين ۽ پوءِ چمي ڏنائين. پوءِ تڪڙو حوال ڪرڻ لڳو ته: ”چورن ڏاند ته سئو، سو چوري ڪري ويا ۽ هڪ ڍڳي اٿم، پر ان کان نار ڪاهڻ جو ڪم ڪيئن وٺان؟ سو اُجايلن کي پاڻي پيئارڻ لاءِ پاڻ ٿي

ڏڪو ٿيو آهيان". پوءِ پنهنجي ڳوٺ جي مختلف آستانن تان گهمائي آيو. ڀلهڙيجيءَ ۾ ان وقت ٻه ٽي فقيرن جا آستان هئا پر ارباب ڪنهنجي به گلا نه ڪئي. هن جي شڪايت صرف مُلنِ جي تعصبُ بابت هئي ۽ نه ڪنهن صوفي مسلڪ جي ماڻهوءَ خلاف.

ارباب فقير انسانن ۾ ڏورن ڀنهي جي خدمت جو ڪم مرڻ گهڙيءَ تائين جاري رکيو ۽ سندس مٽي ڪانپوءِ آستانا ٻيا به گهٽيئي آهن. پر ارباب فقير جي آستاني جهڙو ڪوبه ڪونهي. اڄ ڀلهڙيجيءَ ۾ بجلي آهي. گهر گهر ۾ موٽر لڳل آهي. پر جيڪا خوشي ارباب جي صحبت ۾ حاصل ٿيندي هئي، سا ٻين فقيرن ۾ ڪاٿي !

# ڪيپٽن نادر

۱۹۴۸ع ۾ ڪراچي جيل جي بي ڪلاس ۾ اسان سّان گڏ هڪ ڪوليءَ ۾ ڪيپٽن نادر حسين بہ واڙيل هو. هن تي ڪنهن فوجي آفيسر جي قتل جو الزام هو. جنهن کي هو Y.M.C.A (ينگ مينس ڪرسچن ايسوسيئيشن) جي گيسٽ هائوس جي ڪنهن ڪمري ۾ قتل ڪري پڇي ويو هو. هو هڪ انتهائي هلڪو ڦلڪو ۽ خوبصورت شخص هو. پوءِ پتو پيو تہ سندس والده انگريز هئي، جا ساڻس هر هفتي ملاقات ڪرڻ ايندي هئي. هن جو والد شايد پنجاب سِول سروس ۾ ڪنهن وڏي عهدي تي هو ۽ پڌڻ ۾ ائين آيو تہ هو ڪڏهن بہ پنهنجي پٽ جي ملاقات لاءِ نہ آيو. ڇو تہ اها ڳالهہ هن پنهنجي شان جي خلاف پئي سمجهي يا ممڪن آهي تہ منهنجي پيءُ وانگر هو بہ ملاقات لاءِ ان ڪري نہ آيو هجي، جو هو روئي پوي ها!

ڪيپٽن نادر سنگت کان ڏاڍو بيزار ۽ پنهنجي مخصوص انداز ۾ پنهنجو پاڻ ۾ غرق رهندڙ شخص هوندو هو، جو ڏينهن ڏٺي، سيخن وارو دروازو کلڻ کان پوءِ بہ بيڪڙي ڇڏيندو هو ۽ ان جي مٿئين حصي ۾ جيل واري چادر لڳل هوندي هئي تہ جيئن ٻاهرين جي نظر مٿس نہ پوي ۽ هو پاڻ اندران دروازي وٽ آرام ڪرسي رکي ٻاهرين کي ڏسندو رهندو هو يا ڪو انگريزي

ناول پڙهندو رهندو هو. اسان پاڻ ۾ ڇهه ڄڻا هئاسون ۽ انقلاب لاءِ ڪم ڪري رهيا هئاسون، جو اوڏو پئي ڏٺوسون. اسان وٽ ملڪي ۽ غير ملڪي سياست ڪانسواءِ بحث مباحثي لاءِ ڪوبہ موضوع نہ هوندو هو. سڄو ڏينهن دنيا ۾ ٿيندڙ اٿلُ پٿل تي پخ پخ ۽ ڳپاڙي هلندي هئي.

ڪيپٽن نادر هڪ انٽرو ورٽ قسم جو ماڻهو هو، جو گهٽ گفتگو ڪندڙ ۽ پنهنجي اندر سان اوريندڙ هو. مان ڇاڪاڻ جو ادب سان دلچسپي رکندڙ هوس. ان ڪري مونکي سخت چاهنا هئي تہ نادر کان سندس داستان پڇان. نيٺ مون هن جي دل جي بند دروازي جي چاٻي ڳولي لڌي. هڪ ڪتاب شايد ”نيسو“ جي نالي سان پاهر پڌر ۾ ڪرسي وجهي پڙهي رهيو هوس. ڪيپٽن جو دروازو منهنجي ڪرسيءَ جي ويجهو هيو، ان ڪري هو دروازو کولي ٻاهر آيو ۽ دوستاڻي انداز ۾ ڪتاب جو نالو پڇيائين. مون ڪتاب سندس هٿ ۾ ڏنو ۽ هو ڪجهہ ورق اٿلائي پنهنجي ڪرسي اندران ڪڍي منهنجي پاسي ۾ اچي ويٺو ۽ پوءِ اسان دنيا ۾ جي وڏن اديبن جي باري ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو. هن کي اندازو ٿيو تہ مان ڪميونسٽ هوندي بہ هڪ نرم دل انسان ۽ ادب جو شائق آهيان ۽ مونکي سندس فوجي انداز جي باوجود هن ۾ هڪ محبتي انسان نظر آيو.

پن ڇئن ڏينهن کان پوءِ مون ڪيس ٻڌايو تہ اسانجي فوج جي باري ۾ مونکي ڄاڻ ٿيڻ کانسواءِ آهي. هن هڪ شفيق استاد وانگر پهريائين فوج جي تنظيم بابت ٻڌايو تہ پلاٽون، بٽئلين، ريجمينٽ، برگيڊ ۽ ڊويزن وغيره ڇا ٿيندا آهن. سپاهيءَ کان وٺي جنرلؔ تائين ڪهڙا عهدا ٿيندا آهن. ان ابتدائي ڄاڻ بعد هن جنگ جي فن ۽ ٿيوريءَ بابت سمجهايو. مون ڪانئس وان ڪلائوٽ وِٽزِ Von Clautwitz جي ڪتاب ”جنگ“ بابت پڇيو تہ هو ٻهڪي پيو. چيائين. ”اهو اسانجو بنيادي ڪتاب آهي، جنهن مان پشتها پشت جنگي آفيسر پڙهندا ۽ سکندا رهندا آهن. اسان تقريبن ڇهہ مهينا ان وارڊ ۾ گڏ گذاريو ۽ وقتي وقتي هو مونسان گڏجي ڇهل قدمي بہ ڪندو هو. نهايت فهميدي انداز ۾ مون ڪانئس سندس ڪيس بابت پڇا ڪئي. هن ڪابہ ڳالهہ نہ لڪائي، پر پنهنجي عشق جي باري ۾ سڄو قصو ٻڌايائين تہ ڪهڙيءَ طرح ”پريءَ“ ڪيس برغلائي، ڀهلائي دام ۾ آندو ۽ نيٺ ڪيس ڇڏي، ٻئي آفيسر

سان رستو وڏائڻ لڳي. جنهن تي چڙي ڪيپٽن نادر ان آفيسر کي قتل ڪري ڇڏيو. ڪيس يقين هو ته ڪيس ڦاسيءَ جي سزا ملندي پر ممڪن هو ته سندس عمر تي رحم کائي ڦاسيءَ جي سزا عيوض ڪيس جنم ٽيپ ڏني وڃي. هميشه مرڪي چوندو هو ته، "نه ڦاهي چڙهندس ۽ نه جنم ٽيپ سهندس."

سندس ان ڳالهه تي مون هڪ دفعي کلي پڇيس ته، "ڇا پوءِ ڇا وينديون؟"

چيائين، "اسان فوجين لاءِ پڃڻ ذلت آهي. مڙس تي سزا کي منهن ڏبو."

جنهن ڏينهن هن کورٽ ۾ فتوا ٻڌڻ لاءِ وڃي رهيو هو ته سندس چپن تي هڪ فاتحانه مرڪ هئي. اسان سڀ ڪيس وارڊ جي در تائين موڪلائڻ لاءِ وياسون ۽ هن قرب مان سڀني سان هٿ ملائي موڪلايو.

شام جو هو موت جي سزا ملڻ ڪري ڪورٽ کان واپس پهچندي ئي سڌو ڦاسي گهاٽ ڏانهن نيو ويو ۽ سندس سامان اسان واري وارڊ جي کوليءَ مان ڪڍي سندس تئين کوليءَ ۾ پهچايو ويو.

اپيلون ٽپيلون رد ٿينديون رهيون ۽ هڪ ڏينهن اسان ٻڌوسين ته سندس والده، ڦاسي ملڻ کان اڳ ساڻس آخري ملاقات ڪرڻ آئي هئي. هن ڳوڙهن پريل اکين سان پنهنجي ماءُ کان موڪلايو هو ۽ رات جو ڪجهه کائي موت جي ننڊ سمهي رهيو هو. ڪنهن طريقي سان هن کو زهريلو ڪيپسول ان موقعي لاءِ گهرائي رکيو هو. جنهن سان هن پنهنجو انت آندو ۽ ڦاهيءَ چڙهڻ کان لنوائي ويو. ڇا ته هن ننڍڙي قد جي هلڪي ڦلڪي فوجي ڪيپٽن جو شاهاڻو انداز هو ۽ ڪيئن نه هن موت تي فتح پاتي هئي!

# علي محمد عباسي

ٻي عظيم جنگ جو خاتمو ٿي چڪو هو. پوري برصغير جا سياسي ماڻهو، (جن ۾ نوي سيڪڙو ڪانگريسي ۽ ڏهہ سيڪڙو ڪميونسٽ هئا) انڊين نيشنل آرميءَ جي چوندڙ ڏهن ماڻهن تي دهليءَ ۾ ڪيس هلي رهيا هئا. انگريزن هڪ مثال قائم ڪرڻ پئي گهريو تہ جيڪي ڪانئن منهن موڙي پنهنجي وفاداري جپان سان جوڙي چڪا هئا، انهن کي مثالي سزا ڏني ويندي، پر سڄي ملڪ ۾ هنگامو ۽ ترٿلو مچي ويو تہ انڊين نيشنل آرميءَ جي اڳواڻن کي آزاد ڪيو وڃي. جو تہ هنن پنهنجي وفاداري حقيقتن جپان سان نہ پر هندستان سان رکي هئي ۽ هنن سباش چندر بوس جي اڳواڻيءَ ۾ هند جي آزادي لاءِ جنگ جوتي هئي.

١٩٤٥ع جي آخر ۾ صوبائي ۽ قومي اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون. صوبائي اسيمبليءَ لاءِ اسان جو هڪ اميدوار حيدر بخش جتوئي هو، جو وارهہ- ڏوڪري تڪ مان قاضي فضل الله جي مقابلي ۾ بيٺل هو. مان ڪراچيءَ مان هڪ ترڪ ڪاهرائي حيدر بخش جتوئيءَ جي ڳوٺ بڪيديري پهتس. صبح جو ٽرڪ ۾ هاري ورڪر ڀري لاڙڪاڻي پهتاسون ۽ ڪامريڊ حاجي پيرزادي جي دڪان وٽ اچي ٽرڪ جهلي سون حاجي پيرزادو معلوم

ٽيو تہ پراڻو خلافتي ۽ ڪميونسٽ هو ۽ سندس درزڪو دڪان (جيڪو اڄڪلهہ امداد پيرزادو، سندس ڀائٽيو، هلائي رهيو آهي) سياسي ورڪرن لاءِ ملڻ جي جاءِ هو. دڪانن آڏو ڀانهن واري ڪُرسيءَ تي عجيب منظر ڏٺم. هڪ شخص جيڪو اڇي پينٽ ۽ اڇي قميص مٿان ننڍو ڪوٽ ۽ تنهن مٿان اوؤر ڪوٽ پائي ڪينچي ڇاپ سگريٽ مان دونهاڻ ڪڍي رهيو هو. سگريٽ هڪ مخصوص ڍنگ سان چيچ ۽ ڀاچ جي بڪي ۾ ڏئي فلڪ سان ويٺو هو. پڌو هوم تہ هي ڪامريڊ وڏيرو علي محمد ڪلهوڙو (عرف عباسي) هوَ. ڪامريڊ علي محمد عباسيءَ جي باري ۾ گهڻائي قصا ٻڌا هيم. واه جو انوکو شخص هو.

مون ڪيس اليڪشن جي ڪم جي سلسلي ۾ هلڻ لاءِ چيو. چيائين: ”نوجوان! اليڪشن ائين نہ لڙبي آهي.“ پاسي ۾ جتي هاڻي ڪاٺياواڙيءَ جو ڪتابن جو دڪان آهي، اُتي سَڪو تلاءُ هو. اتي سندس ٽانگو بيٺل هو. ٽانگي واري کي اشارو ڏنائين. اهو ويجهو آيو تہ مونکي چيائين، ”چڙهي ويهہ“

مون چيو، ”ڪاڏي؟“

چيائين، ”اهو نہ پڇ.“

شاهي بازار لاڙڪاڻي کان اڳتي جيلس بازار واري رستي سان سيٺ گجڻ مل جو سارين جو ڪارخانو هو. ٽانگو ڪچو رستو طئي ڪري ڪارخاني جي سامهون بيهاري ٽانگي واري کي چيائين تہ، ”سيٺ کي سڏ ڪري آ.“ سيٺ بيٺي پير آيو. پوئتي مُڙي مونکان پڇيائين: ”لائوڊ اسپيڪر ۽ بئٽري گهڻي ۾ ملندي؟“

مون چيو، ”هزار ٻارهين سئين ۾ ملي ويندي.....“

سگريٽ مان ڪش لڳائيندي سيٺ کي چيائين، ”پنيان وينل جوان کي ٻارهن سئو رپيا ڏي..... ۽ مونکي ڏي بندڙي تہ صحيح ڪري ڏيانءِ...“

بندڙيءَ تي لکيائين، ”ٻارهن سؤ مليا.“ هيٺان صحيح ڪري بندڙي واپس واڻئي کي موٽائي ڏنائين. واڻئي ٻارهن سؤ روڪ پنهنجي گِديءَ جي ڪيسي مان ڪڍي ڏنا. ٽانگو موٽائي وري اچي حاجيءَ جي دڪان تي پهتاسون. مونکي چيائين، ”ٽانگا اسٽينڊ وٽ غلام حسين جو لائوڊ اسپيڪرن جو دڪان آهي. اُتان لائوڊ اسپيڪر وٺي تيار ٿي ويهہ، تہ مان

ٽرڪ ۾ وليدن مان بينچون ۾ موڙا وجهائي ٿو اچان."

هو ٽرڪ ڪاهرائي وليدين ويو ۽ اڌ ڪلاڪ جي اندر ٻنچن، ڪرسين ۽ موڙن سان پرائي، جيڪي ڪامريڊ بکيديري ڪان چڙهيل هئا، انهن ڪي سؤڪو ڪري ويهاريائين ۽ پاڻ هڪ ڪرسيءَ تي ويهي فلڪ سان ڪينچي ڇاپ سگريٽ پيئندو رهيو.

اهڙي طرح اسانجي اليڪشني مهم ڪامريڊ- وڏيري علي محمد عباسيءَ جي مهنداريءَ ۾ شروع ٿي. پوءِ اسان تقريبن پندرهن ويهن ڏينهن تائين ٽرڪ تي پوري وارهه ۾ ڏوڪري تڪ جو گشت ڪيو ۽ ڪوبه ڳوٺ اسانکان نه رهيو. رات جو ڪڏهن هڪ، ڪڏهن ٻي وڳي واپس ٿي، سمورا همراهه وڏيري علي محمد عباسيءَ جي لانڍ ۾ آرامي ٿيندا هئاسون. ٻاهه جو آڙاهه اڳيئي تيار هوندو هو. چوڌاري ڪٽون پيل هونديون هيون، جن تي سهٽيون صاف رليون ۽ سوڙيون رکيل هونديون هيون، هڪ ٻجي موٽون يا ٻي وڳي پر اتي اسانکي گرما گرم ماني ۽ ان جي مٿان چانهه وڏيري جي گهران تيار ٿيل ايندي هئي.

علي محمد عباسيءَ کي پرون پڪي ويا ته اليڪشن حيدر بخش جتوئي نه کٽندو، پر يار اسان کان منهن نه موڙيو ۽ پڇاڙيءَ تائين ساٿ ڏنائين.

اليڪشن واري ڏينهن به وليدن ۾ ٻين ڪيترن پولنگن تي کاڌ خوراڪ ۽ ووٽرن کي آڻڻ نيڻ جو بندوبست وڏيري علي محمد ئي ڪيو ۽ جڏهن اليڪشن پوري ٿي ته به سندس ساٿ هاري ڪاميٽيءَ سان رهندو آيو، جيتوڻيڪ سندس آڪاتو دوست قاضي فضل الله هو ۽ هن وٽ به پيرو نه پڳائين.

اهڙا وڏيرا ملڻ مشڪل. هونءَ ڪي وڏيرا جي مدد ڪندا به ته سؤ دفعا جتائيندا ته اسان توهان لاءِ هي ڪيو...... هو ڪيو.......

علي محمد عباسي هڪ هفتيوار اخبار ۽ پريس جو مالڪ به هو، جتان هو "العباس" نالي رسالو ڪڍندو هو. اها اخبار به هارين جي ڪاز (CAUSE) لاءِ مخصوص هئي.

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ به علي محمد عباسي ڪجهه وقت زنده رهيو ۽ هارين جي هلچل ۾ تمام چڱو رول ادا ڪندو رهيو.

١٩٤٦ع ۾ هڪ ٽريڪٽر ورتائين، جنهن تي چڙهي وليدن مان لاڙڪاڻي

حاجيءَ جي دڪان تي ايندو هو، وري شام جو ٽريڪٽر تي چڙهي ڳوٺ ويندو هو. ٽريڪٽر هن لاءِ هر ڪاهڻ جو ڪم گهٽ پر چڙهيءَ جو ڪم وڌيڪ ڏيندو هو، جو ڪم وڏيرا اڄڪلهه ڪارين مان وٺندا آهن، سو هو ٽريڪٽر مان وٺندو هو.

هي اهو زمانو هو، جنهن ۾ لاڙڪاڻي شهر ۾ صرف ٻه يا ٽي ڪارون هيون، جن مان ٻه پٽن جون ۽ هڪ خانبهادر ايوب خان کهڙي جي. باقي وڏيرا ٽانگن تي ايندا ويندا هئا. صرف علي محمد ئي پنهنجي ٽريڪٽر کي ٽانگو ۽ ڪار ڪري استعمال ڪندو هو.

نه عهدي جي لالچ ۽ نه مشهوريءَ جي، علي محمد پنهنجي وڙان ۽ هڙان هلچل سان ساٿ ڏيندو رهيو.

# رئيس بروهي

رئيس بروهيءَ سان منهنجي ملاقات پهريون دفعو ۱۹۴۵ع ۾ ٿي، جڏهن مان ۽ گوبند مالهي گڏجي سنڌ جي دوري تي نڪتا هئاسون. ڇو تہ "نئين دنيا" لاءِ اوريجنل مواد ۽ اصلوڪيون لکيل ڪهاڻيون ڇپائڻ لاءِ حاصل ڪرڻيون هيون ۽ "نئين دنيا" کي هلائڻ لاءِ ڪجهہ پئسا بہ ڪٺا ڪرڻا هئا. حيدرآباد مان اسان جي ڀائي پرتاب، ديپ چندر، حيدر بخش جتوئي (جنهن جي گهر ۾ اسين ٽڪيل هئاسون) ڪجهہ مواد ۽ ڪجهہ فنڊس ڪٺا ڪري اسان لنڊو پهتاسي. جتي ڊاڪٽر وشنداس شوداساڻي (سو شيالاجيءَ ۾ پي ايچ ڊي) پنهنجي خاندان جي طرفان زميندار سنڀالي رهيو هو. ڊاڪٽر وشنداس هڪ عجيب شخصيت هو. هن سان منهنجي ملاقات پهريون دفعو ۱۹۴۱ع ۾ ٿي چڪي هئي، ڇو تہ هو پروفيسر گهنشام جو ڀاءُ هو (جيڪو ڪانگريس پارٽيءَ جو ليڊر ۽ آپوزيشن جو ليڊر هيو) ۽ سندري شوداساڻي، جيڪا منهنجي ڪنهن زماني ۾ ڪلاس فيلو رهي چڪي هئي، تنهن جو چاچو هو. شانتينڪيتن کان واپس اچڻ کانپوءِ ساڻس اڪثر ملاقات ٿيندي رهندي هئي ۽ ساڻس ڪجهہ ڪچهريون ڪراچي جيل ۾ پڻ ٿيون هيون ۽ ان کانپوءِ حيدرآباد جي سينٽرل جيل ۾ ٿيون هيون. پر اچوڪي سلسلي ۾ مان پنهنجي

ڪامريڊ رئيس بروهيءَ کي ياد ڪرڻ ٿو چاهيان.

رئيس بروهي هڪ بلڪل اٿپڙهيل، سنڌي قسم جو هاري ۽ ڊاڪٽر وشنداس جو ڪمدار هو ۽ ڪنهن حد تائين هن جي سياسي خيالن کان متاثر هوندو هو. جڏهن اسان لنڊو پهتاسون ته ڊاڪٽر وشنداس اسان لاءِ هڪ شاهاڻو انتظام ڪيو. رات گذارڻ کان پوءِ ٻئي ڏينهن تي، اسان پنهنجي ماڳ تي پهچي سندس وڏي ڏهه هزار ايڪڙن واري زميندارِيءَ جي مختلف ڳوٺن ۾ وياسون ۽ اتي پهريون استاپ رئيس بروهيءَ جو ڳوٺ ميراڇن هيو. درياهه جي هِنَ پر الهندي پاسي به مان ڪيترين ئي هارين جون تقريبات ڏسي چڪو هوس، پر جيڪو شاندار استقبال ڊاڪٽر وشنداس ۽ سندس مهمانن لاءِ رئيس بروهيءَ جي ڳوٺ چوڏاريءَ واري ڳوٺاڻن ڪيو، شايد ان زماني ۾ وڏا مير به نه ڪري سگهيا هئا. اتي هڪ لانڍيءَ ۾ ڊزن کن وڏا وتا (جَمَنَ) مکڻ جي چاڻن ۽ ماکيءَ سان پيريل حاضر هئا ۽ ڪٽڪ جون ڊگڙيون ۽ ٻاجهر جون مانيون گلن سان سنيگاريل پنڊين ۾ پيون هيون. اسان ٻئي جوان هئاسون، کائڻ پيئڻ جا شوقين، تنهن هوندي به تمام گهڻ ماني، ڪجهه مکڻ ۽ ماکي ان متان رکي ناشتو ڪيوسون. هيءَ عجيب رسم هڪ جاگيرداري دؤر جي ۽ وڏي زميندارِي دؤر جي ياد ڏياريندي آهي. ساڳئي وقت ان وقت جي سنڌ جي ڳوٺن جيِ مهمان نوازي ۽ خوشحاليءَ جي پڻ نشاندهي ڪري ٿي. ان وقت واقعي ماڻهو مکڻ ۽ ماکي کائيندا هئا ۽ ايترو مکڻ ۽ ماکي ٿيندي هئي، جو ان جي ان وقت ڪا خاص قيمت ڪانه هئي.

رئيس بروهيءَ سان مختصر ڳالهيون ٿيون، رئيس بروهي هڪ تنگ ٽائيڊ (Tongue-Tied) گهٽ ڳالهائيندڙ ماڻهو هو. هو پنهنجي جذبات جو پورو اظهار لفظن ۾ ڪري نه سگهيو. پر اسان جيڪي ڳالهيون هن سان ڪيون، تنهن ڪانپوءِ هو هڪ پرنڌڙ آلي وانگر ٿي آيريو ۽ ڪجهه وقت ڪانپوءِ سرهاري ۾ جيڪا هاري ڪانفرنس ٿي، تنهن ۾ هن باقاعدي نه صرف هاري ڪاميٽيءَ ۾ شرڪت ڪئي، پر هو ساڳئي وقت هاري ڪاميٽيءَ جو روح روان به ٿي ويو ۽ هن گهٽ ۾ گهٽ چار پيڙهيون هاري ورڪرن جون پيدا ڪيون ۽ ميراڇن، لنڊو، سرهاري ۽ نواب شاهه ضلعي ۾ ايندي ويندي اسانجي ڪامريڊن جو اڏو ٿي ويا.

پاڪستان ڪانپوءِ جي غير سلامتيءَ وارين حالتن سبب ڊاڪٽر وشنداس جي ساري زمينداريءَ جو ڪنهن حد تائين بار رئيس بروهيءَ سنڀاليو. ڪجهه زمينون هن ڪي ليز تي بحيثيت هاريءَ جي مليون، جيتوڻيڪ خاصو وقت هو زمين جو خانگي ڪسٽوڊين تي رهيو. ڊاڪٽر وشنداس جو حصو هو سنڀاليندو رهيو. ڇو ته هن اميد نه لاتي هئي ته سندس پيارو سرپرست ۽ سندس دوست مددگار ۽ ساٿي ڊاڪٽر وشنداس موٽي ايندو. جنهن وقت ۱۹۵۴ع ۾ پارٽيءَ جي تنظيم جي سلسلي ۾ هڪ رات رئيس بروهيءَ جي ڳوٺ ۾ گذاريم. ڏٺم ته رئيس بروهي پڻ چار سرنهن جي مضبوط ڪاٺ جون ڪرسيون ٺهرايون هيون ۽ سندس دسترخوان طور اهو ساڳيوئي مکڻ، ماکي، ڪامريڊن کي حال حاضر ڪندو هو. مون تفصيلي طرح ڪانئس، سندس هاري تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ جو پڇيو، چيائين "جنهن وقت سرهاريءَ ۾ هاري ڪانفرنس تي رهي هئي، مان ايڏي جذبيءَ امنگ سان ٽپو ڏئي اسٽيج تي آيو هوس ۽ سمجهيم پئي ته آءٌ پنهنجي جذبات کي ائين ڇيڪ ڇڏي ڏيندس ۽ جيڪي ظالمن ظلم ڪيا آهن، انهن کي ائين تباهه ڪندس. پر لفظن منهنجو ساٿ نه ڏنو هو ۽ مان جذبات ۾ صرف اهو اعلان ڪري ويهي رهيس ته، "مان توهان جو ساٿي آهيان، هر طرح جو ساٿ ڏيندس، مرڻ گهڙيءَ تائين" هيءَ ابتدا هئي رئيس بروهيءَ جي سياست ۽ هاري تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ جي.

ان بعد مون تحريڪ جي سلسلي ۾ ڪڏهن سنڌ، ڪڏهن پنجاب ڪڏهن جيل، ڪڏهن ڳوٺ ۾ نظربند تي وقت گذاريو. پر رئيس بروهي ۽ سندس اڌ ڊزن پٽن جي سلسلي ۾ خبرون پڌندو رهيس. پڌم ته ڪامريڊ عزيز سلام بخاري، جنهن کي مون ئي ۱۹۵۴ع جي آخر ۾ نوابشاهه ۾ پارٽي ۽ هاري ڪاميٽيءَ جي ڪم ڪرڻ لاءِ موڪليو هو، رئيس بروهيءَ جو ساٿي تي ويو هو ته زبردست هارين جو اجتماع ٿيو هو ۽ رئيس بروهي، ان سڄيءَ تحريڪ جو سرواڻ هو. اِلاتي تحريڪ انهيءَ لاءِ هلائي وئي هئي ته جيڪا به زمين هندو ڇڏي ويا آهن، اها مهاجرن کي الاٽ ڪرڻ بدران سنڌي هارين کي ملي. جيڪي پشتهاپشت ان زمين تي پوکي راهي ڪندا رهيا آهن ۽ ان کي سرسبز رکيو هئائون ۽ جنهن زمين اندر سنڌي هارين جو پيڙهي به

پيڙهي پگهر ۽ رت شامل هو، اُها زمين انهن کي ڏني وئي. هن ميڙ ۾ پاشاڻيءَ ۽ ميان افتخار الدين جي اچڻ سان ڪيترا انڊر گرائونڊ ڪامريڊ، آتي پهتا ۽ جيتريقدر مونکي ياد پوي ٿو تہ تقريبن ساريءَ سنڌ جي ليڊر شپ، هاري ڪاميٽيءَ جا وڏا نندا اڳواڻ، مولوي نذير حسين جتوئي، حيدر بخش جتوئي، جي. ايم. سيد، ڪامريڊ مولوي محمود معاذ، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ سائين عزيز الله، حسن ناصر بہ آتي پهتا هئا ۽ ڪيترا بنگالي بہ سنڌ اسيمبلي ۽ قومي اسيمبليءَ جا ايم. اين. ايز هئا، سي بہ انهيءَ جلسي ۾ شامل ٿيا هئا. ميٽنگون سرهاري ۽ نوابشاه ۾ ٿيون.

عجب جهڙي ڳالهہ آهي تہ ايچ. ايم. خواجہ، جيڪو ان وقت ڊسٽرڪٽ هاءِ اسڪول ۽ ولز هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر ۽ سرپرست هو ۽ شايد ولس ڪاليج جو پرنسپال بہ ٿي چڪو هو، تمام سرگرميءَ سان ان وقت جلسن کي منظم ڪرڻ ۾ تعاون ڪيو. مون کي هن وقت جن شخصن جي ياد اچي ٿي، انهن مان ڪامريڊ رئيس بروهيءَ کي ياد ڪرڻ ٿو چاهيان.

رئيس بروهي لاڳيتو هاري ڪاميٽيءَ جي مختلف ڌڙي بندين ۽ ٽُٽندڙ ڦُٽندڙ سلسلن ۾ هميشہ اڪثريت جو ساٿ ڏيندو هو ۽ پنهنجي سنگت جي صلاح ۽ ساٿ سان هن اُن علائقي جي اندر تحريڪ کي قائم رکيو ۽ وڌايو. مان سنڌس ايمانداري ۽ تنظيمي صلاحيتن جو وڏو قدردان رهيس چو تہ هڪاٿيڙهيل هاري ٿي ڪري بہ، هن پنهنجي علائقي ۾ نہ صرف هڪ پوري پيڙهي هاري ورڪرن جي پيدا ڪئي، جنهن ۾ سندس پٽ؛ پائيتا ۽ تر جا ڪيترائي سياسي ڪارڪن هئا، اِجا بہ انهن ذريعي ايندڙ پيڙهين تي اثر وڌو. نبي بخش مشهور هاري ورڪر پنهنجي پوري عمر لنڊي ۾ رهيو ۽ تحريڪ ۾ سندس ساٿ ڏنو.

ڊاڪٽر هاسارام، جيڪو پاڪستان کان اڳ ضلعي نوابشاهہ ۾ هاري ڪاميٽيءَ ۽ پارٽيءَ جو سرواڻ هو، تنهن بہ رئيس بروهيءَ کي وڏو همٿايو هن نيٺ هاري ڪارڪن جي اچڻ سان جيڪو تيون سلسلو هارين جي اچڻ جو هاري ڪاميٽيءَ اندر شامل ٿيڻ سان شروع ٿيو، اهو سلسلو هن وقت بند ٿي ويو آهي. هاري ميٽنگن ۾ ڪٺي اچن ٿا، پر جيڪي اسانجا تنظيمي سيل، جماعتون، هاري ڪاميٽيءَ جي هڪ منظم، طاقتور سياسي پليٽ فارم جي

حيثيت ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي وقت ۾ ۽ ان ڪان اڳ ۾ هئي، اهڙي پوءِ ڪونہ ڏٺي.

هاري ڪميٽي جڏهن ڪامريڊ عبدالقادر جي ليڊرشپ ۾ وڌي، اپري ۽ اليڪشن ۾ حصو ورتو. هلچلون هلايون ۽ پوري ترقي پسند سياست کي هٿي ڏني. انهن ۾ رئيس بروهي هڪ سانتيڪو، پاڻ کي نہ پڌائيندڙ، ايمانداد، پنهنجي وس آهر پوري مالي، ڪاڌ پيت ۽ ڪيترن انڊر گرائونڊ ڪامريڊن کي پالڻ جو ڪم ڪيو. مونکي ياد آهي تہ آڪٽوبر ١٩٥٢ع ۾ مونکي جڏهن لاهور گهرايو ويو تہ اتي جي سمورن ڪامريڊن کي ياد هو تہ هن پنهنجو روپوشيءَ وارو سارو ڏکيو وقت ميراڇن ۾ رئيس بروهيءَ وٽ گذاريو هو. ڪامريڊ سائپرين جيڪو اُن زماني ۾ پارٽيءَ ۾ چوٽيءَ جو ڪارڪن هو، اجا حال حيات آهي، هُن کي ڪجهہ وقت لاءِ پنجاب مان غائب رهڻو هو، ڇو تہ پوليس هن جي پٺيان هئي، هُن اهو عرصو سنڌ ۾ گذاريو ۽ ميراڇن ۾ رئيس بروهيءَ وٽ گذاريو. هن بہ اُتي تحريڪ کي وڌايو، جيتريقدر مونکي ياد پوي ٿو تہ ڪامريڊ شرف علي، عزيز الله، عبدالسلام بخاري ۽ پنجاب جو هڪڙو ڪامريڊ، جيڪو اڄ تائين ليفٽيسٽ تحريڪن ۾ سرگرم آهي ۽ پي. اين. پيءَ جو محمد اشرف ڪجهہ وقت نوابشاهہ ۾ ميراڇن ۾ انڊر گرائونڊ رهيو. رئيس بروهيءَ جي باري ۾ انٽيليجنس کي بہ اهو شڪ نہ رهندو هو تہ ڪو هُو پنهنجي ڳوٺ اندر ايڏين وڏين شخصيتن کي ڪارائي پيئاري، لڪائي ۽ تحريڪ جي ڪنهن طريقي سان آبياري ڪري رهيو هو. رئيس بروهي چڱو خاصو زميندار ٿي ويو هو. ڦٽين جو ڪارخانو وڌائي پنهنجي سيني پٽن کي تمام سٺي تعليم ڏيارائين ۽ انهن مان اڄ ڪيترا ڊاڪٽر ۽ انجنيئر آهن، پر اڄ بہ انهن مان سنڌس کي عزيز هاريو ڪري رهيا آهن ۽ زمين کيڙي رهيا آهن ۽ ميراڇن کي اڃا بہ آباد رکندا اچن.

١٩٨٥ع يا ١٩٨٦ع ۾ اوچتو رئيس بروهي مون وٽ لاڙڪاڻي ۾ آيو ۽ هن مونکي ياد ڏياريو تہ مون کيس اُن سياسي تحريڪ ۾ آندو هو ۽ اڄ بہ هن کي منهنجي لاءِ پنهنجي دل جي اندر تمام گهڻي محبت ۽ قرب هو. هو صرف اهو پڇڻ آيو هو تہ اڄ هو ڪنهن سان ملي ڪم ڪري؟ ڪيئن ڪم ڪري ۽ ڪهڙي طرح هو پنهنجي موجوده حيثيت ۾ ڪارائتو ٿي سگهي ٿو؟

مون ڪيس انجام ڏنو تہ مان ايندس ۽ وري قرب جون ڪچهريون ڪنداسون ۽ دوستن کي ڪٺو ڪري، صلاح مشورو ڪري، گڏجي هاري ڪاميٽيءَ کي سرگرم ڪرڻ جي لاءِ ڪوشش ڪنداسون. مان اهو انجام پورو ڪري نہ سگهيس ۽ افسوس آهي تہ رئيس بروهي ائين اوچتو گذاري ويو.

اسان جي تحريڪ جا هي گمنام سپاهي، جن پنهنجي زندگي جو وڏو حصو بنا پنهنجي تشهير ۽ پڌائڻ جي گذاريو ۽ تحريڪ جي آبياريٰ ڪئي. ان کي سِرَ جي سٽَ ڏئي بچايو ۽ اهي ڪامريڊ جيڪي اسانجي تحريڪ جي هلائڻ لاءِ ضروري هئا،-انهن کي پنهنجي وسيلن، ذريعن، خون، پگهر سان زندهہ رکيو. تحريڪ کي وڌائيندي لاٽ ٻرندي رکي، اهڙن ماڻهن کي اسانکي وسارڻ نہ کپي.

چوٽيءَ جا وڏا ليڊر، جن جا نالا اخبارن ۾ ايندا رهيا ۽ جن کي اڄ بہ مختلف تحريڪن جي سلسلي ۾ ياد ڪن ٿا، پر هي جزُ وقتي ڪارڪن ۽ همدرد، جن ڪانسواءِ ڪابہ تحريڪ هلي نٿي سگهي. هي اُهي سرون آهن، جيڪي ڪنهن بہ محلات جي اڏائڻ لاءِ ضروري ٿينديون آهن. اهڙا ئي بنيادي ڪارڪن، جي هڪ سِرَ جو ڪم ڏيندا آهن، پر سندن ڪانسواءِ تاج محل اڏجي نہ سگهيو ۽ وَرڪرن ڪانسواءِ ڪا وڏي تحريڪ اِڳتي وڌي نہ سگهندي.

رئيس بروهي هڪ شفيق دوست، سچو ڪامريڊ، سٺو مُڙس، ايماندار ساٿي ۽ پنهنجي اولاد لاءِ پارس هو. ضرورت آهي تہ اسانجون هاري، مزدور ۽ غريب مسڪين جي زندگيءَ کي سڌارڻ لاءِ جدوجهد ڪندڙ پُشتون، اهڙن ورڪرن کي ياد ڪنديون رهن. انهن جي ياد ۾ ميڙاڪا ڪنديون رهن. اسان پنهنجي اصل مقصد ۽ ڪاز کي تڏهن ياد رکي سگهنداسون، تہ ڪهڙي طريقي سان ڪهڙين ڏکين حالتن ۾ جيئڻ جو هنن طريقئہ ڪار ڪديو ۽ ڪهڙيءَ طرح تحريڪن جي آبياري ڪرڻ جو سلسلو برقرار رکيو.

رئيس بروهيءَ کي نوابشاهہ جا اڪثر هاري ورڪر اڄ بہ ياد ڪندا آهن پر ضرورت آهي تہ هن جي باري ۾ وڌيڪ تفصيلي مواد سندس پوين، ساٿين، جن سان نوابشاهہ ۾ هن گڏجي ڪم ڪيو ۽ جن ڪان هن امنگ حاصل ڪئي ۽ جن کي پوءِ هن بہ متاثر ڪيو. انهن ڪاڻ پڇي، سهيڙجي ۽ موجودهہ ڪارڪنن تائين پهچائجي تہ تحريڪ کي تهان ئي هٿي ملي.

اهڙا ڪيئي ماڻهو، جيڪي ٿورو ڪي گهڻو هن سان واسطو رکندڙ هئا،
انهن ڪان سندس باري ۾ پڇڻ ڪبي. رئيس برڙوهي هڪ ادارو هو ۽ ضرورت آهي ته هن اداري کي ۽ سندس تحريڪ کي نوابشاهه ۽ سنڌ جي اندر جيڪي هاري تحريڪون، الاتي تحريڪون، ڪميونسٽ تحريڪون هليون، جن ۾ هن سرگرم ٿي حصو ورتو ۽ جيڪو پنهنجي وت ڪان وڌيڪ ڪم ڪيو ۽ سرگرمي ڏيکاري، ضرورت آهي ته اسان انهن کي ياد ڪيون ۽ اهڙائي ورڪر اڄ به هاري تحريڪ ۾ پيدا ڪيون. جو ته انهن جي اسانکي سخت ضرورت آهي.

# حاجي عبدالستار

۱۹۴۹ع ۾ ڪراچي جيل ۾ هڪ "نظربند" (Detenue) حاجي عبدالستار دهليءَ وارو به اسان سان گڏ هو. نوراني چهرو، ڏن تائين ڏاڙهي، نرڙ تي نيڪ نمازيءَ وارو نشان. اڪثر گرم سوٽ، گرم قميص ۽ ٿنهن مٿان تمام وڏيءَ بچ وارو سئيٽر پائيندو هو، جيڪو سندس ڳلي جي چوڌاري پيٺو تي هڪ نوڙ وانگر ويڙهيو پيو هوندو هوس. عمر اٽڪل پنجهٺ ورهيه هئس.

حاجي عبدالستار کي اڪثر جيل جا آفيسر وڏي عزت ۽ احترام سان ڏسندا هئا ۽ سندس شاهه خرچيءَ جي جيل اندر هاڪ هئي ۽ ڪيترن ئي غريب قيدين کي سندس طرفان ڪاڏو پهچايو ويندو هو پاڻ به کائڻ جو ملهه هو. جو ته ذيابيطس جو مريض هو ۽ سندس چوائي ته ٻه وڏا ٽفن باڪس سندس خوراڪ لاءِ بلڪل ضروري هئا. جيل جي ڊاڪٽر قريشيءَ تي به اهڙو جادوئي اثر هوس، جو راشن ۾ گير، گوشت ۽ آنڊا هن کي حسب ضرورت ملندا رهندا هئا. جيل اندر سندس گهر واري ملاقات لاءِ ايندي هئي ته خاص انتظام ڪري خلاصي ڪمري ۾ کين ويهاريو ويندو هو.

خانگي طرح معلوم ٿيو ته هو ڪراچيءَ جي ڏوهارين جو بادشاهه ۽

سمگلنگ، جوئا جي اڏن جي نال ۽ ٻين ڪيترن لڪل ڪاروبارن مان ڪيس لکين رپيا آمدني هئي. سندس رسائي پاڪستان حڪومت جي سيڪريٽرين وغيره تائين هئي. هو فخريہ چوندو هو تہ، ”قائداعظم محمد علي جناح جو دهليءَ ۾ باڊي گارڊ رهي چڪو آهيان.“

ڪامريڊ شرف علي، جيڪو وَرَ وَرَ آزاد ٿي ۽ وري گرفتار ٿي جيل ۾ ايندو رهندو هو، هن دفعي نيٺ هڪ سال جي سزا وٺي جيل ۾ آيو هو. هن جي ڊيوٽي ڊاڪٽر قريشيءَ اسپتال ۾ لڳائي هئي ۽ شرف عليءَ کي اسپتال جي قيدي ڪمپائونڊر جي حيثيت ۾، هر وارڊ ۾ رسائي حاصل هئي. هن جو چوڻ هو تہ حاجي عبدالستار وڏي پراسرار شخصيت آهي ۽ سندس ڪوٺي (بنگلو) انڊن جي اسڪول سامهون ۽ اوم مندر جي پاسي ۾ هئي، جا ڪوٺي هڪ مشهور ڪانگريسي ليڊر وزيراڻيءَ جي هئي ۽ پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ ڇڏيل ملڪيت طور حاجي عبدالستار کي الاٽ ڪئي وئي هئي.

اوچتو هڪ ڏينهن غفور شاهہ (پٺاڻ) کي سي ڪلاس مان ڪڍي اسانجي پاسي ۾ ٽن ڪولين واري ڦاسي گهاٽ ۾ آندو ويو. معلوم ٿيو تہ غفور شاهہ سي ڪلاس ۾ وڏو فساد ڪڙو ڪيو هو ۽ جيتوڻيڪ هو ڪنهن اخلاقي ڏوهہ ۾ جهليل هو، پر سنو مقرر ۽ ليڊر ٽائيپ جو هئڻ ڪري، هُنَ سي ڪلاس ۾ خاصو بغاغو مچايو هو، جنهن ڪري جيل جي سپرنٽينڊنٽ ڪارڊيرو راتو واهہ ڪيس ڪاري چڪر مان ڪڍي اچي ڦاسي گهاٽ ۾ واڙيو هو. ٻن ٽن ڏينهن ڪانپوءِ گهمندي ڦرندي منهنجي ملاقات غفور شاهہ سان ٿي. پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو تہ هو حاجي عبدالستار جو ملازم، باڊي گارڊ ۽ چوڪيدار هو. سوا ڇهہ فوٽو، خوبصورت، تندرست ۽ سگهارو غفور شاهہ، حاجي عبدالستار جو محافظ ڇا لاءِ هو؟ ان جي خبر پوءِ غفور شاهہ کان تفصيلي ملاقات ۾ پئي. هتي ايترو چوڻ ڪافي ٿيندو تہ غفور شاهہ سندس جوئا جي اڏن تان نال اوڳاڙڻ وارو ملازم هو.

اسان کي (جيڪي ڇهہ ڪامريڊ گڏ هئاسون) نظربنديءَ جا ڇهہ مهينا پورا ٿيڻ تي ڪراچيءَ جي ايڊمنسٽريٽر هاشم رضا وٽ پيش ڪيو ويندو هو ۽ وڌيڪ ڇهہ مهينا نظربنديءَ جو مدو وڌائڻ ڪان اڳ سيد هاشم رضا، اسانکي پاڻ وٽ گهرائي، سڀني ڇانهہ پيٺاريندو هو ۽ جيل جو حال احوال پڻ وٺندو

هو. هڪ دفعي اوچتو پڇا ڪيائين تہ، ”حاجي عبدالستار ڪهڙي حال ۾ آهي؟“

مون حاجي عبدالستار جي پس منظر بابت اڻڄاڻائي ڏيکاري، پر چيو مانس تہ، ”اسانجي وارڊ ۾ تہ هو بلڪل عزت ۽ احترام لائق سمجهيو ويندو آهي ۽ سندس چوڻ آهي تہ هو جناح صاحب جو باڊي گارڊ رهي چڪو آهي.“ مون هاشم رضا کان پڇيو تہ، ”حاجي عبدالستار کي ڇا جي لاءِ واڙيو هئائين.“ کلي چيائين تہ، ”هو ڪراچيءَ ۾ ڏوهارين جو بادشاهہ آهي. سندس خلاف ثبوت نہ هئڻ ڪري ڪيس پاڪستان سيفٽي ايڪٽ ۾ اندر ڪيو ويو هو.“ هاشم رضا ٻڌايو تہ: ”واقعي حاجي عبدالستار دهليءَ ۾ جناح صاحب جو ٽن مهينن لاءِ باڊي گارڊ رهي چڪو هو.“ وڌيڪ ٻڌايائن تہ: ”هو پندرهن خونن جي ڪيسن ۾ گرفتار ٿيو هو، پر هميشہ ڪيس شڪ جو فائدو ڏئي آزاد ڪيو ويو هو.“

اسان لاءِ حاجي عبدالستار جي باري ۾ هيءَ ڄاڻ بلڪل نئين هئي، ڇو تہ اسان ڪيس هڪ متقي، پرهيزگار ۽ نيڪ نمازيءَ جي حيثيت سان ڄاڻندا هئاسون. هن خبر ملڻ کان پوءِ اسان ٿورو وڌيڪ چوڪس ٿياسون، پوءِ شرف عليءَ جي ذريعي معلوم ٿيو تہ حاجي عبدالستار کي روزانو لڪل طريقي سان پنهنجي ڏوهاري سلطنت جي باري ۾ خفيہ رپورٽون پهچنديون رهنديون هيون ۽ سندس هٿ ايڏا ڊگها هئا، جو اندر ويٺي بہ هو ڊزن نوان ڏوهہ ٻاهر ڪرائي رهيو هو.

حاجي عبدالستار ڇهن مهينن کان بہ اڳ آزاد ٿي ويو، ڇو تہ هن جا سرپرست ۽ لاڳاپيل شخص حڪومت اندر وينا هئا. هو ڪنهن وڏي پوليس آفيسر جي اشڪنجي ۾ ڦاسي اندر آيو هو ۽ ”غلط فهمي“ دور ڪرائڻ ۾ ڪيس ڇهہ مهينا لڳي ويا هئا.

آڪٽوبر ١٩٥٨ع واري ايوبي مارشل لاءَ ۾ حاجي عبدالستار جي گرفتاري وري بہ ٿي ۽ ڄاڻايو ويو تہ هو اسڪندر مرزا جي ٽپيدارن مان هو، پر آن دؤر جي باري ۾ مان ذاتي ڄاڻ نٿو رکان، ڇو تہ منهنجو سمورو وقت حيدرآباد جيل، لاهور قلعو ۽ ڳوٺ ۾ نظربنديءَ ۾ گذريو.

حاجي عبدالستار منهنجي ڄاڻ مطابق گهڻو وقت ٿيو، فوت ٿي ويو آهي. اڄوڪيون جيڪي مافيائون اسانجي ملڪ ۾ هلي رهيون آهن، حاجي عبدالستار کي انهن جي پشيور، مهاڳ يا تمهيد سمجهڻ گهرجي. ....... !!

# برداشتي

١٩٤٩ع ڌاري ڪراچي جيل ۾ مونکي جيڪو مشقتي (Convict assistant) مليو، نهايت ٿنڌي قد جو، سنهڙو ۽ ڪمزور ماڻهو هو. ڪيس سائيڪل چوريءَ جي ڏوهه ۾ ڇهه مهينا سي ڪلاس جي سزا مليل هئي. اسان اي ۽ بي ڪلاس وارن کي اڪثر اهڙا مشقتي ڏيندا هئا، جن جي سزا گهٽ هوندي هئي. هو تندهيءَ سان ڪمري جي صفائي ڪري، ڪاڏو پيتو جيل جي بورچيخاني مان آڻيل، گرم ڪري ڏاڻا، توري ادرڪ ۽ ساوا مصالحا ملائي ڪاڏي کي اجا به لذيذ بڻائيندو هو. جيل ۾ نڪمتائيءَ سبب چانهه جو دور تقريبن سارو ڏينهن هلندو رهندو آهي. ڪڏهن چانهه منهنجي طرفان، ڪڏهن ميجر زيديءَ طرفان، ڪڏهن آدم سمٿ طرفان (پاڪستان جو پهريون شهري هوابازيءَ جو ڊائريڪٽر) ڪڏهن حاجي عبدالستار طرفان ته ڪڏهن وري يوسف ڳلزئيءَ طرفان ٿيندي هئي. بلڪل نڪمتا ۽ خالي دماغ شخص تاس جا پتا ڪٽي وقت ٽپائيندا هئا ته اسان وري پاهران گهرايل مارڪسٽ ڪتاب ۽ هندستان پاڪستان جي تاريخ تي موجود ڪتاب پڙهندا رهندا هئاسون.

هڪ ڏينهن منهنجو برداشتي (مشقتيءَ کي برداشتي به چوندا آهن)

استوو تي چانهہ ناهيندي سڌڪا پري روئي رهيو هو. مون اڪثر ڏٺو هو تہ هو ڪهڙو تہ صاف سترو شخص هو، جيڪو پنهنجا جيل جا ڪپڙا بہ بلڪل صاف ڌوتل پائيندو هو. مون سندس روئڻ جو خاص سبب پڇڻ جي ضرورت محسوس نہ ڪئي، ڇو تہ عام شريف قيدي اڪثر روئندا ئي رهندا آهن ۽ ڪڏهن آهون پري افسوس جا شوڪارا ڪيندا آهن.

هڪ ڏينهن مون سندس دل وٺڻ لاءِ سندس ڪيس جي باري ۾ پڇيو تہ روئي سڏڪن وچ ۾ سچو دستان بيان ڪيائين. چيائين، ”مان هڪڙو ننڍڙو پرچون (ريزڪي) جو دڪاندار آهيان. پٽ کي دڪان تي ڇڏي، اٽو، گيهہ، چانور، چيڙ، هر شيءِ بازار مان ٻڌي اگهہ تي خريد ڪري دڪان لاءِ آڻيندو هوس. چڱو گذر پئي ٿيو. پوءِ پنهنجي جوان پٽ کي پرڻائي، پنهنجي ياءُ جي ڏيءُ کي نهن ڪري وٺي آيس. مهينو ڏيڍ خير سان گذريو، ننهن نئين پرڻائي تي وئي ۽ هاڻي پنهنجي سس کي ڪم ڪار ۾ پاٿمرادو ئي هٿ ونڊائڻ لڳي. پر منهنجي گهر واري منهنجي ننهن مان ويڪون ڪڍڻ لڳي ۽ اڪثر ٻنهي جي وچ ۾ جهيڙو ٿيڻ لڳو. ننهن خوشحال گهراڻي جي هئي ۽ ڪجهہ تعليم بہ هئس، پر منهنجي زال طعنا تنڪا هڻي هن کي ميڃرائي وجهندي هئي.

”امن امان ۽ سک سان گذارو ڪرڻ لاءِ مون اڪثر پنهنجي زال کي چيٻيو ۽ پنهنجي ننهن کي امڙ، ڏي، پٽ ڇئي، منت ڪري، پچاڙيءَ جو هٿ جوڙي سسٽس طرفان معافي وٺي جهيڙو ٽاريندو هوس، پر رهندو منهنجي زال منهنجي بي عزتي ڪرڻ شروع ڪئي تہ تون خواه مخواه ننهن کي بگيڙي رهيو آهين ۽ نيٺ هوءَ جهل پل جي نہ رهندي. سس ۽ ننهن جي جهڳڙي نيٺ گهرو جنگ جي صورت اختيار ڪئي ۽ ٻنهي وچ ۾ ڪچيون گاريون ۽ نڪر پٽر پيچڻ جي نوبت پهچي وئي. وري ڪنهن وقت منهنجو پٽ بہ ماءُ کي پنهنجي زال طرفان ٻلهڻ ٻڌائڻ لڳو. اهڙي حالت ڏسي مان گهر ڇڏي وڃي دڪان پيڙو ٿيندو هوس.

”نيٺ سس ننهن جي جهڳڙي اهڙي صورت اختيار ڪئي جو وقتي گهر ۾ ماني بہ تيار نہ پئي ملي، جيڪا اڳي هميشہ پابنديءَ سان وقت تي ملندي هئي، ڪڏهن ننهن رسي پيڪين گهر پهچي ويندي هئي تہ ڪڏهن منهنجي زال

اونڌي منجي ڪيو سوڙ وجهي سمهي پوندي هئي. ايتريقدر جو اسان پٽ ۾ پيءُ پاسي مان پڪوڙا ۽ ڊبل روٽي گھرائي پاڻيءَ چڪو پي ماني کائڻ لڳاسون. زال کي سمجهائيندو هوس تہ وچي ننهن کي وٺي اچ تہ چوندي هئي: "مان ڇو وڃان، تو ئي دادلو بڻايو اٿس ۽ طرفداري ڪري مٿي تي چاڙهي ڇڏيو اٿس. هاڻي وڃي پاڻ ايلاز ڪري وٺي اچيس."

"ننهن ويچاري سيبتي هئي، مان اچا سندس در تي پهچندو هوس تہ چوندي هئي، ابا هلان ٿي ۽ هڪدم گڏجي هلي ايندي هئي. پر هن گرم سرد جنگ مونکي بہ جهوري وڌو هو.

"هڪ ڏينهن نيرن ڪائي ٻئي پيءُ پٽ دڪان لاءِ سنيري رهيا هئاسون تہ اوچتو ڪنوار ۾ منهنجي گهر واريءَ جي وچ ۾ گارگند شروع ٿي وئي. مونکي دوڪان تي جلد پهچڻو هو. دڪان تي پٽ کي ويهاري مان تي سو رپيا سامان خريد ڪرڻ لاءِ، دخل مان ڪيڏي بازار ڏي روانو ٿيس. واٽ تي منهنجو بگل ڦري ويو. سوچيم هيءَ ڪهڙي حياتي آهي! زندگي زهر ٿي وئي آهي! هوڏانهن زال، هوڏانهن ننهن! ورزانو جرمن انگريز جي لڙائي لڳي پئي آهي. ان ڪان تہ وڃي سمنڊ ۾ پاڻ ٻوڙيان يا ترام هيٺان مٿو ڏيان. پر دنيا جي موهہ نہ ڇڏيو. واٽ تي هڪ بينڪ وٽان لنگهي رهيو هوس تہ هڪ همراهہ سائيڪل تان لهي پارت ڪئي تہ پريا مڙس بہ تي منٽ سائيڪل جي نگهباني ڪجانءِ، مان اجهو ٿو اچان. سائيڪل جي نگهباني ڪندي منهنجي نيت بدلجي وئي، جيئن ئي مالڪ ٻاهر نڪتو تہ مان سائيڪل کي سوگهو جهلي بيپرواهيءَ سان سائيڪل کي اڳتي اڳتي گهلڻ شروع ڪيو. همراه چيو تہ ميان هي ڇا ٿو ڪرين؟ منهنجي سائيڪل ڇو ٿو ڪاهيو وڃين؟ هن بہ ڊوڙي اچي سائيڪل ۾ هٿ وجهي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر مان جنڙي ٿي سائيڪل کي چنبڙي پيس. ايتري ۾ هن چور چور ڪرڻ شروع ڪيو تہ بئنڪ وٽ بيٺل سپاهيءَ اچي ٻانهن کان ورتو ۽ چيو تہ سائيڪل مالڪ کي ڇو نٿو ڏئين؟ مون چيو مان چور آهيان، سائيڪل مور نہ ڏيندس. پلي ٿاڻي تي وٺي هل. پوءِ ڏڪيندي مُڪيندي ٿاڻي تي وٺي آيا. مالڪ فرياد ڪرڻ نہ پئي چاهي. مون قبولداري ڪئي ۽ چيم تہ مان سائيڪل جو چور آهيان. مئجسٽريٽ ورائي ورائي چيو تہ ابا وڪيل ڪرڻو هجئي تہ تاريخ وٺ. مون چيو نہ، مان چور

آهيان. مونکي هڪدم سزا ڏيو. مئجسٽريٽ سمري نموني ۾ ڪيس هلائي مونکي ڇهه مهينا سخت پورهيي سان سزا ڏئي جيل موڪلي ڏنو ۽ مان گهر جي دوزخ کان نڪري وري به جيل کي هڪ ننڍڙو دوزخ پاتيو. پهريان ست اٺ ڏينهن تہ روئندو رهندو هوس. پر پوءِ پٽ، ننهن ۽ زال ملاقات لاءِ آيا تہ دل ڪجهه هلڪي ٿي پئي. مون هنن کي چيو تہ گهر ۾ رهڻ کان مان هتي وڌيڪ سکي آهيان، جو تہ سڄو ڏينهن جهيڙو ۽ گار گند مان جند ڇٽي پئي آهي. سٺي ڳالهہ اها ٿي آهي تہ ننهن ۽ زال جي وچ ۾ في الحال تہ صلح ٿي ويو آهي. ڇاڪاڻ تہ منهنجي جيل قبولڻ لاءِ هر هڪ پاڻ کي ڏوهي ٿي پاتئي.

”توهان جي صحبت ۾ رهندي عزتِ نفس بہ موٽي آئي آهي ۽ پاتيان ٿو تہ ٻہ مهينا ڪن معافي بہ ملندي تہ ڪل چار مهينا سزا ڪاٽي ٻاهر نڪري ويندس. پر ڏڄان ٿو تہ وري مها ڀارت شروع نہ ٿي وڃي ۽ منهنجي هيءَ پيڙا اجائي نہ وڃي.“

مون ڪيس چيو تہ: ”ميان جيڪو جيل ۾ ڪنهن چوري چڪاريءَ جي ڏوهہ ۾ هڪ دفعو ايندو آهي تہ اهو پوليس جي نظرن ۾ چڙهي ٿي پوندو آهي ۽ خواه مخواه بہ ڪنهن نہ ڪنهن ڏوهہ ۾ پوليس ان کي وٺ پڪڙ ڪندي رهندي آهي.“

چيائين، ”هاڻي عمر لاءِ سبق سکي ويو آهيان اميد تہ گهر ڀاتين بہ عمر لاءِ سبق سکيو هوندو، پر جي هاڻي سس ننهن وري پاڻ ۾ جهيڙو ڪيو تہ پوءِ پٽ کان جدا ٿي جوءِ کي جدا گهر وري ڏيندس تہ پلي پئي ٻڌائي ۾ لوڙي.“

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ پاڪستان ٺهڻ جي خوشيءَ ۾ وڌيڪ معافي ملڻ تہ همراه جلديءَ ۾ ڇٽي ويو ۽ وري جيل ۾ نہ آيو. هن قيديءَ جي روئداد ايترو دل تي اکري وئي آهي، جو هاڻي ڄڏهن بہ ڪٿي سس، ننهن جو جهيڙو ٻڌندو يا ڏسندو آهيان تہ هي داستان هميشہ دل تي تري ايندو آهي.

# عبدالڪريم بجلي

عبدالڪريم هڪ چور هو. هو ١٩٤٩ع ۾ گرمين جي ڏينهن ۾ برداشتي (مشقتي) ٿي مون وٽ آيو. اچڻ سان ئي چيائين ته ”صوبيدار ڪي ٽي سئو رپيا ڏئي توهان جي وارڊ ۾ ڊيوٽي لڳرائي اٿم. توهان وٽ عيش رهندو. چانهه پاڻي مفت ۾ بچت سچت جو ڪاڏو ۽ اي ڪلاس.“

ڪجهه وقت کان پوءِ هو منهنجي حصي ۾ آيو. صفائي، ٻهاري وغيره جو ڪوڏيو. البت هڪ تڪليف مون وٽ هئس، جو سگريٽ مان نه پيئندو هوس. پر عبدالڪريم کي خوش رکڻ لاءِ هڪ اڌ سگريٽ ”پياڪن“ کان اڌارو وٺي کيس ڏيندو هو. پوءِ ته عيش ئي عيش هوس.

هڪ ڏينهن اخبار ۾ خبر هئي ته ڪنهن سلسلي ۾ ڪراچيءَ ۾ لٽ مار هلي رهي هئي. اها خبر پڙهي.اسان ”سياسي“ پاڻ ۾ بحث مباحثي ۾ لڳي وياسون. ٿوري وقت کان پوءِ هو چپ چاپ منهنجي ڪوليءَ ۾ آيو ۽ چيائين ته ”اهو فساد ڪٿي ٿيو آهي؟“ مون، خبر، ورجائي کيس پڙهي ٻڌائي ته غمگين ٿي ويو. چيو مانس، ”چو، ڏک ٿو ٿيئي ته ماڻهو وڙهن ٿا؟“ چيائين، ”نه بادشاهو ڏک اهو اٿم ته هن وقت پاڻ ٻاهر هجان ها ته پنهنجو به عيش ٿي وڃي ها... ڪجهه ڦرلٽ جو مال پنهنجي حصي ۾ به اچي ها!“

ماڻ حيران ٿي ڪيس تڪڻ لڳس. چيومانس، ”ڪريم! ٻاهر مسلمان پاڙي ۾ وڙهي رهيا آهن. توکي ڪهڙو فرلت سان .......“ ”ماٺهو پاڻ ۾ وڙهن ته اسان دڪانن تان مال سورڻ شروع ڪيون. ٻيو نه ته به ڪنهن جي ڳنڍ ڪپي وٺئون. پوءِ وري ڪجهه هفتن تائين عيش!“ مون سنجيدگيءَ سان ڪانئس زندگيءَ جو احوال وٺڻ شروع ڪيو. چيائين، ”ڪانپور ۾ غريبن جي محلي ۾ ڄائس- ياد ڪونهيم ته ڪڏهن ماءُ جي محبت نصيب ٿي. هڪ شخص، جنهن جي لاءِ چوندا هئا ته منهنجو پيءُ هو، اهو سارو ڏينهن مون کي پاڻ سان گڏ پنائيندو هو ۽ رات جو ماني ٽڪر ڏيئي. ڪڏهن فوٽ پيريءَ تي ۽ ڪڏهن ڪنهن اونداهي جهوپڙيءَ ۾ پنهنجي پاسي ۾ سمهاري ڇڏيندو هو. جواني آئي ته، ”جيوا“ جيب ڪترن جي استاد جي ور چڙهي ويس، جنهن مونکي هٿ جي صفائي سيکاري.“ ائين ڳالهائيندي ڳالهائيندي، هن منهنجي پين ڪيسي مان ڪڍي ورتي ۽ مونکي احساس تڏهن ٿيو جڏهن مون ڪجهه Notes هن متعلق لکڻ چاهيا. مون ڪيسي ۾ هٿ هنيو ته پين هن پنهنجي ڪيسي مان ڪڍي پيش ڪئي ۽ اهڙي طرح پنهنجي هٿ جي صفائي جو قائل ڪري ڇڏيائين.

هو ”ايماندار“ چور هيو. منهنجي ڪابه چوري نه ڪيائين نه چانهه، نه کنڊ، نه آنو، نه مکڻ. شايد ائين ئي داول پئي رهيو. تنهنڪري چوريءَ جي ضرورت محسوس نه ٿيس. نه ته جيل ۾ اهي شيون اڪثر برداشتي چوري ڪري وچي سي ڪلاس جي قيدين کي وڪڻندا آهن ۽ ان مان چرس وغيره پيئندا آهن. پر عبدالڪريم چرسي نه هو. انتهائي ڦڙت، تيز رفتار ڪم ڪندڙ ۽ چالاڪ جنهنڪري سندس ٻيو نالو ”بجلي“ به هيو. عبدالڪريم عرف ”بجلي“.

آڪٽوبر ١٩٤٩ع ۾ سندس ڇهه مهينا سزا پوري ٿيڻي هئي ۽ هو جلد ڇٽڻ وارو هو ته مون کيس نيڪ ٿيڻ جي تلقين ڪرڻ شروع ڪئي، چيو مانس، ”هيڏو هوشيار آهين. هيڏي تنهنجي هٿ جي صفائي! وڃي ڪنهن هوٽل ۾ نوڪري ڪري گذارو ڪجانءِ.“ سندس اکيون چمڪي اٿيون، چيائين، ”جهڙا عيش ڪرايا اٿئي ته اميد ته جلد موٽي ايندس“ ڇڻ کيس آزادي ملڻ تي ڪابه خوشي ڪانه ٿي رهي هئي پر افسوس ٿي رهيو هوس.

چيائين تہ، ”سيارو اڃي رهيو آهي. ڏاڍو ڏکيو وقت گذرندو، جو سمهڻ لاءِ جاءِ هاڻي ڪٿي. ڪنهن ڏاڪڻ هيٺان، ڪنهن ورانڊي ۾ يا ڪنهن اڌ ڊٺل جاءِ ڳولٽي پوندي سو بہ پوليس وارا ۽ چوڪيدار ننڊ ڪرڻ ڪونہ ڏيندا. سانوڻ هوندو آ تہ فوٽ پيريءَ تي يا ڪنهن کليل ميدان تي ٿي سمهي رات گذاري ڇڏيندو آهيان.“

وري ڦڙتي ڪاڏائين ۽ چيائين تہ، ”ڏاڍو توکان سکيو آهيان. هاڻي حلال جو پورهيو ڪري گذاربو.“

۽ پوءِ جلد ئي هو ڇٽي ويو ۽ ڳوڙها ڳاڙيندي موڪلائڻ آيو. چيائين تہ، ”وري نہ ايندو....“ پر ٻن هفتن کان پوءِ ئي جيل جي ڪپڙن واري گودام وٽان هوڪرو ڪري. تاڙيون وڄائي نچڻ شروع ڪيائين ۽ مون کي حيرت نہ ٿي تہ هو واپس پهچي ويو هو. گنجائش نہ هوندي بہ مون ڪوشش ڪري سندس ڊيوٽي پاڻ واري وارڊ ۾ لڳرائي پڇيو مانس، ”ڇا ٿيو؟“ چيائين تہ، ”ڏاڍي ڪوشش ڪيم تہ ڪنهن هوٽل ۾ بيري جي نوڪري ملي، سو اها ملي بہ، پر ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ سيٺ ڪڍي ڇڏيو. چيائين پئي تہ اڳين چال چلت جو سرٽيفڪيٽ آڻي ڏي. ڪاڏهون چڱيءَ چال چلت جو سرٽيفڪيٽ آڻيان؟ سو هڪ هوٽل کان ٻئي، ٻئي کان ٽيون، بہ ٽي، بہ ٽي ڏينهن نوڪري ڪري وري سوچيم تہ سيءَ کان بچڻ لاءِ جيل کان وڌيڪ ٻي موزون جڳهہ ڪانہ ٿيندي. سو سيٺ جي ڏسندي ڪنڌ ۽ چانهہ جا پڙا ٿيلهيءَ ۾ وجهي ٻاهر نڪتس ٿي تہ اڃي سيٺ جي ٻين بيرن پڪڙيو. ۽ چالان ٿي، قبوليداري ڪري، سزا ورتي، سيارو ڪاٽڻ آيو آهيان. اميد تہ ٻئي سانوڻ چڱي چال ڪري نڪرندس ۽ سڌرڻ جي ڪوشش ڪندس.“

پر عبدالڪريم ڇٽي ور ور ڪري ايندو رهيو ۽ جڏهن مان ٥٢ ۾ ڇٽس تہ ان وقت تائين هو ڇهون دفعو جيل ۾ اچي چڪو هو. عبدالڪريم بجليءَ لاءِ جيل گهر هو، جو تہ جيل ۾ ڪيس ڪپڙا، ماني ۽ سڪون سان رات گذارڻ لاءِ مٿان جيل جي ڇت هئي ۽ سيءَ کان بچڻ لاءِ جيل جو ڪمبل. ان کان وڌيڪ هڪ اهڙي انسان کي ڇا کپي؟!

# محمد ملوڪ عباسي

اسانجي ١٩٣٦ع واري رووَر جيپ (Rover Jeep) جيئين ئي ڏوڪريءَ ڪان ٻاهر نڪري دادو ڪئنال جي موريءَ تائين پهتي تہ ڊرائيور گاڏيءَ جو رخ گوني ڪُنڊ تي ساڄي پاسي ڦيرايو. ڏوڪريءَ جي چنا پل کان ڏکڻ طرف، اسانجي ڳوٺ ٻنڊيءَ تائين، تالهين جو گهاٽو ڄانورو، دادو ڪئنال جي اولاهين ڪَڙَ سان هوندو هو.

١٩٦٦ع ۾ هڪ بي ايمان ڊسٽرڪٽ فاريسٽ آفيسر نيلام ڪري واڍي ڪرائي اهي پراڻا سائيدار وڻ ختم ڪري ڇڏيا. جيستائين اهي وڻ هئا تيستائين دادو ڪئنال جي ڪَڙَ بهشت ڏانهن ويندڙ رستو (Road to heaven) معلوم ٿيندي هئي. اجا اڌ ميل مس پنڌ ڪيوسين تہ هڪ وڻ جي اوٽ مان ٻہ مڙس نڪري نروار ٿيا. هڪ کي تہ مان اڳيئي سڃاڻندو هوس. جنهن جو نالو رانجهو ڪلهوڙو هو. ٻيو رانجهي کان ٻہ ٽي ورهيہ وڏو ۽ پنيي ڪاري ڏاڙهيءَ سان، جنهن کي مٿي تي اڌ تاڪيو ململ جو پٽڪو ٻڌل هو، سو اڳ ڏٺل نہ هو. هٿ ڏئي گاڏي بيهاريائون. هي ڀائوءَ وڏي جا ڪاڙڪو يار هئا.

گاڏي بيهڻ سان، ٻئي يار ٽپو ڏئي، پوئين حصي ۾ بينچ تي اچي ويٺا، جتي مان بہ ويٺو هوس. نالي پڇڻ تي نئين ماڻهوءَ پنهنجو نالو محمد ملوڪ

ڪلهوڙو (عباسي) ٻڌايو. اوياريون لهواريون ڳالهيون ڪندي مون کين چيو ته، ”ٻيلي! هارين سان ڇو تا ظلم ڪيو... ڇو تا هنن جي ڏورن جي چوري ڪيو......“

محمد ملوڪ جون اکيون اڳيئي ڳاڙهيون هيون، سو هارين جي قبيلي کي هڪ اڦٽ مار گار ڏيندي چوڻ لڳو، ”هنن هارين جي طرفداري تون ڪرين ..... وڏا جوءِ جا .... آهن.....“

مان چپ ٿي ويس ته متان هارين سان گڏ مونکي نه گار ڏئي وجهي. وقت گذرندو رهيو ۽ هنن يارن جي ڪارنامن جي دانهن عرش تائين پهچڻ لڳي ۽ نيٺ يائو ڪيولرام کي به جلال آيو، سو ١١٠ ڪي. پي. ڪي ۾ ٻڌرائي سال لاءِ جيل ۾ روانو ڪرائي ڇڏيائين. اهڙو بندوبست ڪيائين، جو هنن جو ڪوئي ضامن ئي ڪونه پيو!

جيل ڪاٽي، ٻئي ٻاهر آيا ته ٻڌڻ ۾ آيو ته محمد ملوڪ سگهڙ ٿي آيو آهي. ڪيترن خانگي محفلن ۾ ۽ پوءِ ٽي ويءَ تي محمد ملوڪ هڪ چڱي سگهڙ جي حيثيت سان پاڻ مڃرايو، ۽ اڄ ڏهو سنڌ سگهڙ سنگت جو صدر آهي. محمد ملوڪ جي سياءَ ۾ هڪ عجيب ڦيرو اچي ويو. صوفي طبيعت، هر ڪنهن سان قرب، محبت ۽ نوڙت سان ملندو آهي ۽ منهن ۾ صرف مٺا ٻول، جهيڙي جهٽي ڪان پري. پنهنجي ڳوٺ تسرا (عرف محمد خان ڪلهوڙو) ۾ هن پنهنجيءَ اباڻي اوطاق ۾ سگهڙن لاءِ چڱي ڪٿي، ته هڪ مدرسو کوليو آهي! اٽڻ ويهڻ جو شاناٿو، ٻچڙيوال آهي ۽ هر سال سگهڙن جو ميلو پنهنجي ڳوٺ ۾ لڳرائيندو آهي، جنهن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جهڙا عالم به اچي پاڻ کي ٿانئيڪو پائيندا آهن. ڇا ته ميلو لڳندو آهي، جتي ڪمشنر، ڊپٽي ڪمشنر ۽ ٻيا اديب ۽ عالم به اچي ڪٺا ٿيندا آهن. هن سال ميلي ۾ مونکي به وڃڻ جو موقعو مليو. ڪاٿي ته هر سال ڏيندا هئا، جو سنڌن ڳوٺ ۽ منهنجي ڳوٺ جي وچ ۾ صرف هڪ قتل نارو آهي، هيل اٿڪري ويس ته ڏٺم ته محمد ملوڪ ڪهڙو مڃ مچايو آهي. ويجهي تر مان ۽ پري پري کان آيل سگهڙن واهه جو پاڻ ۾ ٽڪا ڏنا ۽ صبح جو چئين بجي تائين اهو ادبي ملاکڙو جاري رهيو. محمد ملوڪ جي خاندان جا سمورا فرد، ايتريقدر جو سندن ننڍڙا ڇوڪرا به پنهنجي فن جو مظاهرو ڪرڻ لاءِ آيا.

منهنجو جڏهن وارو آيو تہ مون هُنَ پراڻي ۽ هِنَ نئين ملوڪ جو ذڪر ڪيو. مون چيو تہ، "تسرا پاڪستان جي ٺهڻ کان اڳ بہ چور ليکبا هئا ۽ پاڪستان ڪانپوءِ بہ انهن مان چڱا ناليوارا چور ۽ ڌاڙيل ٿيا. پر هڪڙي محمد ملوڪ جي سڌرڻ سان سڄي ڳوٺ جي ماڻهن جا قبلا درست ٿي ويا! جنهن ڳوٺ کان لڙي ڪوئي ساءُ نہ ڪندو هو، ان ڳوٺ ۾ اڄ سڀ مانائتا ۽ شريف ماڻهو رهن ٿا. نہ پاڙي اوڙي کي منجهائن اهنج آهي، نہ وري ڪو ڌاڙيو مڙس ۽ ڌاڙيل خان ان ڳوٺ ۾ لنگهڻ جي همت ساريندو. نہ ڏڪوئن، نہ سَهَنِ. پوليس وارا، جي هميشہ محمد خان ڪلهوڙي ڳوٺ وارن کان وصوليون ڪندا هئا ۽ روز چڙهائي ڪيون بيٺا هوندا هئا، اڄ ڪلهوڙن ۾ وڃڻ جي ضرورت ڪڏهن محسوس ڪونہ ڪن. ائين چئجي تہ محمد ملوڪ سڄي ڳوٺ جي دامن تان داغ لاهي ڇڏيو آهي ۽ اڄ ان ڳوٺ جا ماڻهو اڪثر خوشحال، ننڍا ڪاتيدار آهن ۽ سندن نوجوان پنهنجي حلال جي روزي پورهيو ڪري ڪمائيندڙ آهن.

"ڪو زمانو هو، جو چيڪا چوري تَرَ ۾ تيندي هئي تہ پير تسرن ۾ اچي ڪمر ٿي ويندا هئا ۽ پوءِ تَرَ جا وڏيرا ۽ سيٺيون ڪين فيصلن لاءِ چَڪيندا هئا اڄ فقير ۽ سکهڙ، محمد ملوڪ، ٻين جا فيصلا پاڻ نبيري ٿو ۽ اڪثر ماڻهو هن جي فيصلي کي تسليم ڪري پاءُ پلئہ پري ڏيندا آهن.

ويچارو ماڻهو ڌاڙيو ويچارو آهي، پر هڪ انسان جي سڌري تہ سو سڌاري ٿو وڃهي ۽ سون ٻين لاءِ نيڪيءَ جو مثال بڻجي وڃي ٿو. محمد ملوڪ کي جيل ڪونہ سڌاريو، پر سندس اندر وارو انسان هڪ وار جاڳي پيو تہ سوين سُتل ضميرن کي جهنجهوڙي وڌائين.

# عبدالفتاح ميمڻ

ڪراچيءَ ۾ هڪ علائقو آهي جنهن کي اڄڪي "ڪنر باغيچو" چوندا هئا ۽ اڄڪلهه ڪشمير روڊ چوندا آهن. ان ۾ . منهنجي هڪ دوست جو مسوازي بنگلو هو. جنهن زماني ۾ اهو گٽر باغيچو سڏبو هو ته گٽر جي ڏپ ڊرائينگ روم جي اندر به ايندي هئي، ان گٽر باغيچي مٿان اڄڪلهه ڪي. ايم. سيءَ جو اسپورٽس ڪامپليڪس جڙيل آهي ۽ ان جي ڇپڙائن تي هڪ ئي وقت چار پنج شاديون ٿينديون آهن ۽ رات جي وقت سپورٽس ڪامپليڪس رنگبرنگي روشنين سان سجايل هوندو آهي. ڪشمير روڊ جي وچ تي اڄ به ناريل جا اوچا وڻ ڦر جهليندا آهن....

هڪ ڏينهن صدر مان پيدل لنگهندي هڪ نئي گاڏي منهنجي پاسي ۾ اچي بيٺي، جنهن جي دريءَ مان فتاح ميمڻ ڪِڇي ڪيڏي چيو، "آءٌ ته گهر وڃي هلانءِ ۽ پنهنجي بيگم سان ملايانءِ......"

فتاح سان گڏ ڊرائيونگ سيٽ تي سندس هونهار پٽ ويٺو هو، جيڪو شايد وڪالت لاءِ ڪيڙجي رهيو هو. منهنجي وهڻ تي پٽ کي چيائين، "هي منهنجو لا ڪاليج جي زماني جو يار آهي. جنهنجو اڪثر ذڪر مان گهر ۾ ڪندو آهيان."

ڪشمير روڊ واري گهر ۾ پهچڻ تي گاڏي بيهاري، سڌو پنهنجي بيگم وٽ هلي بيهاريائين ۽ کيس چيائين، ”هي آهي منهنجو سنگتي، جنهن مون کي ”توسان“ ملايو هو.“

مونکي تعجب لڳو، ڇو ته مسز فتاح منهنجي اڳ ڏٺل بنهه ڪانه هئي. منهنجي سامهون هڪ سنهڙي، هلڪي ڦلڪي خوبصورت ڏکڻي عورت هئي، جا پنجاهه جي پيٽي ۾ هوندي به محسوس پئي ٿينو ته جوانيءَ ۾ ڏاڍي پرڪشش هوندي، سندس منهن تي هڪ طنزيه مرڪ هئي.

وراڻيائينس ته، ”مون تنهنجوهي دوست اڳي ته ڪڏهن به نه ڏٺو آهي. اڄ ڪٿان لهي آيو آهينس.....“

فتاح چيو، ”منهنجي هن دوست پنهنجي پڙهائيءَ واري دؤر ۾ منهنجي آڏو زال جو هڪ آدرش پيش ڪيو هو، جنهنجي ڳولا ۾ تون منهنجي پلئه پئينءَ.....“

مونکي چيائين ته، ”ياد اٿئي ته توکان پڇيو هوم ته زال ڪهڙي هئڻ کپي؟ تو هڪ عجيب نقش منهنجي آڏو چٽيو هو، جو دل ۾ ڪٿي مان پنهنجي بيگم تائين پهتس.....“

موکي ياد آيا اهي ڏينهن، جڏهن جناح ڪورٽس (مسلم اسٽوڊنٽس هاسٽل) ۾ فتاح سان هڪ گڏجاڻيءَ ۾ اوچتو ئي فتاح اهو سوال مونکان ڪيو هو. مان تازو ئي شانتينڪيتن کان موٽي آيو هوس ۽ اڃا تائين منهنجي ذهن اندر شانتينڪيتن جون رنگبرنگي پنيوريون ڪنيڙاتيون هتي اڏامي رهيون هيون. منهنجي شاديءَ کي اڃا تي چار مهينا مس ٿيا هئا. فتاح ان زماني ۾ ڪنوارو هو ۽ باوجود ان جي ته هو مولانا مودوديءَ جا پمفليٽ پڙهندو هو، منهنجي ويجهو انڪري هو، جو هو ڪانگريس سوشلسٽ قسم جو پلپلو آدرشوادي هو.

مان نٽو سمجهان ته جيڪو جواب مون کيس ڏنو، سو ڪنهن ڪتابي ڳالهه جو پڙاڏو هو، پر ان آدرشي زال جي تصوير ۾ مون جيڪي رنگ پريا، سي شايد پنهنجي نظرن آڏو آيل ڪن صورتن جي مجموعي تصوير هئا.

مون چيو هو، ”آدرشي زال اها آهي جنهن ۾ هڪ ئي وقت نرس، ۽ زال جون خصلتون موجود هجن. هر زال کي پنهنجي گهوٽ جي بيماري سيماريءَ

وقت نرس جو ڪردار ادا ڪرڻو پوي ٿو. ڏک ۾ تڪليف وقت آٿت ڏيڻو پوي ٿو ۽ زال ۾ سموريون زالائيون خوبيون به ضروري آهن ڇو ته بنيادي لاڳاپو مرد ۽ زال جو اهو ئي آهي."

پنهنجي زندگيءَ ۾ مون گهڻن دوستن جي گهرو حالتن کي ويجهڙائي کان ڏٺو آهي. پر اهو آدرش مڪمل طرح ڪنهن عورت ۾ نظر نه آيو. اوٿائي شايد مردن ۾ ئي هجي، ڇو ته هن آدرش کي مڪمل ڪرڻ لاءِ، مرد جو به ڪردار اهڙوئي هئڻ ضروري آهي، جهڙو عورت مان تقاضا ڪجي ٿو. ممڪن آهي، مون واري دوست فتاح جي گهر واري (جا هن وقت هن دنيا ۾ ڪونهي) اهڙوئي آدرشي ڪردار هجي. هر ڪنهن جي پنهنجي پسند آهي، پر فتاح سندس مئي کان پوءِ ڏاڍو ويڳاڻو آهي. سندس پٺ دنيا جي هر ڪنڊ ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن. پر فتاح کي ڪو ٽڙ ٿانءُ ڪونهي ۽ هو گهمي ڦري موٽي وري ڪراچيءَ يا لاڙڪاڻي پهچندو آهي، ڇو ته سندس جوانيءَ ۽ بردباريءَ جي دؤر جون سموريون يادون هت دفن ٿيل آهن.

# يوسف عراقي ۽ يوسف گلزئي

١٩٤٨ع کان ١٩٥٢ع جي چئن سالن واري نظر بندي دوران عجيب و غريب شخصيتن سان مڪا مليو ٿيو. هنن سان گڏ رهندي مختلف علائقن ۽ قومين جي دلچسپ ۽ ڪلائيندڙ روايتن بابت ڄاڻ ٿي. اڄ جن ٻن شخصن بابت ذهن ۾ ڳالهه تري آئي آهي، سي ٻئي شخص يوسف نالي هئا. هڪ هو يوسف گلزئي ڪوئيٽا جو پناڻ ۽ ٻيو يوسف عراقي، جنهن جي دعويٰ هئي ته هو ايران ۽ بلوچستان جي سرحدي علائقي جي ڪنهن قبيلي جو پير هو. ٻئي ڳاڙها ڳتول ۽ ڪَرِيٽ قسم جي گهري پشتو آميز اردو ڳالهائيندا هئا، پر انهن ٻنهيءَ شخصيتن جي وچ ۾ مشابهت اتي ختم ٿئي ٿي، باقي ڳالهين ۾ هو ٻئي بلڪل نيارا هئا. يوسف گلزئي سپرُ، ڪورو چٽ، ڪنوارو هاڪيءَ جو رانديگر هو ۽ سندس پيشو؛ پاڪستان بڻجڻ تائين ڪوئيٽا جي گورن آفيسرن ڪي هاڪي کيڏڻ سيکارڻ هو. هو ڏاڙهي مُڇون چٽ، هر وقت سوٽيل بوٽيل رهندو هو ۽ حڪمرانن تي تبصرا ڪندو رهندو هو، اسان سان تقريباً هڪ سال گڏ رهيو ۽ ڪائيندو پيئندو، اٿندو ويهندو اسان سان ئي هو. هن جي چواڻي ته ڪيس پاڪستان کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ڪيو ويوهو. سياسي خيال کان هو ان وقت خان عبدالصمد اڇڪزئي جو پوئلڳ

هو. جيتوڻيڪ ١٩٧٢ع ۾ جڏهن هو مونکي مليو تہ ان وقت هو سردار جوگيزئي (هڪ پراڻي مسلم ليگي خاندان جي سربراهہ) جو خاص مداح پئي لڳو.

يوسف گلزئيءَ کان پٺاڻ جي سماجي ۽ سياسي معاملات تي خاص معلومات ٿيندي رهي ۽ هو پنهنجي جنسي ڪاميابين جو هر وقت ذڪر ڪندو هو. جيتوڻيڪ ان وقت بہ ڪنوارو هو ۽ جڏهن ١٩٧٢ع ۾ ڪوئيٽا ۾ مليو تڏهن بہ هن پنهنجو گهر آباد نہ ڪيو هو ۽ سارو وقت هوٽل بازي ۽ گپ بازيءَ ۾ مشغول رهندو هو. هن کان پٺاڻن جي مختصر ڪارگند جي ڊڪشنريءَ جي پوري ڄاڻ پڻ حاصل ٿي.

يوسف عراقيءَ جيڪا پنهنجي واقفيت ڪرائي، سا اها تہ هو جنهن قبيلي جو پير هو، تنهنجا ماڻهو ڪيس وڏي تقدس جي نظر سان ڏسندا هئا ۽ خاص طور انهن جون عورتون ڪيس وڏي محبت ۽ عزت ڏينديون هيون. مون اهو ڄاڻن جي گهڻي ڪوشش ڪئي تہ سندس تعلق ڪهڙي مذهبي فرقي سان هو، پر پير يوسف عراقيءَ وٽ نہ ڏني ۽ اها ڳالهہ هميشہ لنوائي ويندو هو.

يوسف عراقي ڊاڙيل ۽ لباڙي هو ۽ شايد پنهنجي وڏي اثر رسوخ بابت لباڙن سبب ڪيس غير ملڪي جاسوس سمجهي گرفتار ڪيو ويو هو، هو بہ تقريباً ڇهہ اٺ مهينا اسان سان گڏ رهيو ۽ سفيد قميص ۽ سلوار مٿان پنهنجي چاپئين ناسي ڏاڙهي منجهان اڇا وار سوئيندو رهندو هو. مٿي تي سلڪ جو هلڪو ڪارو پٽڪو بلڪل سرحدي پٺاڻن وانگر ٻڌل هوندو هوس ۽ سندس ڳچي ۾ چمڙي جو پٽو لٽڪيل هوندو هو، جنهن مان خنجر ڪيڍي جيل واري ماڙيءَ تي جمع ڪرايو هئائين، پر ان جو خالي مياڻ چيلهہ تائين لڙڪندو رهندو هوس. ڪانئس پڇيم تہ هو عراقي ڪيئن هو. چيائين، ”والد محترم عراق کان آيو هو ۽ پوءِ هتي ئي رهي پيو.“

يوسف گلزئي جهڙو اندر ٻاهر، صاف ڪهرو ۽ ٺلهو ڳالهائيندڙ پٺاڻ هو، اهڙو يوسف عراقي ڳنڍو ۽ ڳجهڙو هيو. اصل معلوم نہ ٿيو تہ هو شيءِ ڪهڙي هو. ڪڏهن شڪ ٿيندو هو تہ متان اسان سان انڪري رکيو هجنس تہ اسان مٿان جاسوسي ڪري، پرايترو عقل هُيس ڪونہ، جو اسانجون ڳالهيون سمجهي سگهي يا ٻولي پروڙي سگهي. شايد هڪ نئين ملڪ ٺهڻ ڪري ان وقت جون ايجنسيون ڪجهہ زيادہ حساس ۽ شڪي مزاج هيون،

جنهن ڪري هي ٻه.بي ضرر يوسف به اچي اندر واڙيا هئائون ۽ نيٺ ٻنهي کي تڙي ٻاهر (EXTERN) ڪري ڪائنن جند ڇڏايائون. ڪراچيءَ ۾ رهڻ لاءِ وٽن ڪو معقول سبب ته هيو ڪونه، انڪري ڪين سنڌ جي سلامتي واري قانون هيٺ لوڏي بلوچستان روانو ڪيو ويو. بلوچستان ۾ اهڙن شخصن کي برداشت ڪرڻ لاءِ ميدان خاصو وسيع رهيو آهي ڇو ته بلوچستان، افغانستان، ايران ۽ ٻين تهذيب جي چؤواٽي تي بيٺل آهي ۽ جدا جدا سياسي سوچ ۽ ڳالهيون اُتي عام رهيون آهن. يوسف گلزئي توڙي يوسف عراقي بلوچستان جي تهذيب جي ڪچٽيءَ ۾ ايترو جذب ٿي ويا جو وري هنن جي باري ۾ ڪجهه به معلوم نه ٿي سگهيو.

# ڪوڙو مل

ماروت ڪوڙو منهنجو لنگوٽيو يار هو. منهنجا نانٽا، شاهه جمار مان لڏي ١٩٢٧ع ۾ اسان جي ڳوٺ ٻنديءَ ۾ اچي وينا هئا. جن کي منهنجي ڏاڏي، رهڻ لاءِ پنجن ڇهن صفحن واري جاءِ ڏني هئي. باقي اسانجي ناني ۽ مامو خوبچند، پنهنجي گهر واريءَ "پائتيءَ" سميت، اسان جي گهر ۾ ٻن صفحن مان هڪ ۾ رهندا هئا. اسان جو سڳو نانو يا مامو ته حيات نه هئا، پر اسان جي نانيءَ جا پائر ۽ انهن جا پٽ ڳچ هئا، ۽ منهنجو يار ڪوڙو، ماءُ پيءُ نه هئڻ سبب ماما خوبچند ۽ "پائتيءَ" (سندس گهر واري) جي ڪٽي ۾ آيل هو. شاهه جمار جي ڳوٺ جا گهڻا مرد ۽ زالون ١٩١٩ع جي مهاماري (Influenza Epidemic) ۾ گذاري ويا هئا، ۽ پويان ڇڏي ويا هئا يتيم ٻار ۽ بيوهه زالون.

ان زماني ۾ عام طور تي جنهن عورت کي اولاد ڪونه هوندو هو، يا ڪيس پنهنجو تڄ ڏائڪ ٻار هوندو هو، اها ڪنهن يتيم ٻار جي پالنا لاءِ خوشيءَ سان پنهنجي تڄ جو دان ڏيندي هئي. سو، ماروت ڪوڙو، مامي "پائتيءَ" جي تڄ تي پلجي ۽ اسان واري گهر جي متيءَ ۾ ليٽڙيون پائي جوان ٿيو هو. ان زماني ۾ ايان ڇوڪرن کي هيٺ تي ڪو لٽو پائڻ جو رواج نه

هو. اسان ٻنهي هم عمر هئڻ جي ناتي اسڪول ٻہ گڏ وڃڻ شروع ڪيوءِ ڪنيبون ۽ ڍنگهريون ٻہ گڏجي ڳولڻ ويندا هئاسون ۽ پرايون پنهنجون ٻيريون سٽڻ، انبڙيون پٽڻ ۽ جوئرجون ڪچڙيون "ٺريون" پيلڻ ۾ سيني جيڏن جا اڳواڻ هوندا هئاسون.

وڏندي وڏندي مان سنڌي پنج درجا پاس ڪري پنهنجي وڏي ڀاءُ ڪيول سان گڏ انگريزي پڙهڻ قمبر جي اي. وي اسڪول ۾ هليو ويس ۽ اتي اسڪول جي بورڊنگ هائوس ۾ چار سال رهياسون. ڪوڙو مسڪين ۽ يتيم هئڻ ڪري پنجون ڇهون درجو سنڌي پڙهي، ڳوٺ ۾ مامي خوبچند جي دڪان تي سنهو ٿلهو وڪر وڪرو ڪرڻ لڳو. پر اڪثر ڪري هو گهڻو وقت گاجي ديري ۾ پنهنجي ناناڻن ۾ مامي جي گهر رهندو هو. جڏهن وئڪيشن ۾ اسان ٻئي ڀائر ڳوٺ ايندا هئاسون تہ ماروٽ ڪوڙو موٽي اچي اسان جي گهر پيڙو ٿيندو هو ۽ پوءِ هو ۽ مان ٻئي اتي ڏڪر، پيلهاڙو، ونجهہ وٽي، ملهہ ۽ ڪوڏي ڪوڏي ۾ هڪ ٻئي سان گوءِ پچائيندا هئاسون. ملهہ ۾ مان اڪثر هن کان مات کائيندو هوس. هو ڏهرو هوندي بہ ملهہ جو هنر سکي ويو هو ۽ مان ڪاڏي پيتي سهَنجو هئڻ سبب رڳو طاقت جو زور لڳائيندو هوس ۽ ڪاميابي دستي زور تي هميشہ هنرمند کي ٿيندي هئي.

ٻارنهن تيرهن ورهين جي عمر ۾ منهنجو يار ڪوڙو اوچتو ئي اوچتو غائب ٿي ويو، ۽ وري ارڙهن، اٺويهن ورهين جي عمر ۾ ڳوٺ موٽي آيو. مان ان وقت ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ انٽرميڊيٽ جو امتحان ڏئي ڳوٺ آيو هوس ۽ ڏاڍيون ڪوڙي سان ڪچهريون ٿيون. ٻڌايائين تہ حيدرآباد، بدين ۽ ٺٽي جي زميندارن وٽ نوڪري ڪندو رهيو هو ۽ نيٺ وڃي ميرپور خاص جي جيمس آباد تعلقي ۾ ڪنهن سک زميندار جي ٻنيءَ تي ٽڪيو هو. هو زميندار ڀاران ڪڙمين جي مٿان واهيو يا ڪمدار هيو ۽ ٻٽئيون ٻڙيون، سک سردار ڀاران ڪٽندو هو.

هو هاڻي جوان ۽ صحتمند ٿي چڪو هو ۽ ڪائي ٻي، ڏٽو مٿو ٿي، ڪنهن محبوبا جي تلاش ۾ چاٺا هڻڻ لڳو. منهنجي لاءِ هن جا داستان الف ليليٰ جي قصن کان گهٽ ڪونہ هئا. ڇو تہ مان ان ميدان ۾ صفا اڻ ڄاڻ "نُول" هوس. ۽ هن جي جنسي ڪارنامن کي اڏ تي ڪوڙ ۽ ڊاڙ سمجهندي بہ سندس

ڪاميابين تي تعجب ڪائيندو هوس.

اسان جي ڳوٺ جا سترهن ارڙهن ورهين جي عمر وارا سوٽ ۽ ماروٽ سڀ، شاديون ڪري، ٻارن ٻچن وارا عيالدار تي چڪا هئا. پر ڇوري ٻار ڪوڙي کي کهڙو نياڳو پنهنجي ڏيءَ ڏئي ها! گهڻيون ئي متيون مائٽيون هليون، پر هر دفعي ڪنواريتا اهو معلوم ڪري، ته ماروٽ ڪوڙو ڇورو ٻار ۽ پراوڻ تڪرن تي پلجندڙ هو. دل ڪٽي ويندا هئا. ايتريقدر جو سندس ماما به ڇوڇواءَ ڪري نيٺ نااميد تي ماٺ ڪري ويهي رهيا. ماروٽ ڪوڙو وري ڪجهه سال لاڙ ڏي ڪم تي ويو ۽ گهٽيئي لوڙها تپيائين ۽ جوانيءَ جا جوهر ڏيکاريائين. ان زماني ۾ نه ڪانگريس ليگ جو جهيڙو هو، نه هندو مسلمان جي رساڪشي ۽ نه وري سنڌي ماٺهو ڪاروڪاري ڪرڻ وارا بڻيا هئا. انساني رشتا قدرتي ۽ سياويڪ طور بڻجندا، ٽٽندا ۽ وڌندا رهندا هئا. صرف ماروٽ ڪوڙي وانگر احتياط ڪرڻ جي ضرورت هئي.

١٩٣١ع ۾ مان بي. اي. پاس ڪري شانتينڪيتن مان موٽي آيس ته ڏٺم ته مامي ڪوڙي جو ڀاڳ کلي پيو هو. هن کي رتيديري مان هڪ ڀلي ۽ خوشحال خاندان مان ڦلاونتي (آنَ ڦريَل) زال ملي وئي هئي، جنهن مان ڪيس هڪڙو ننڍڙو پٽ به پيدا ٿي چڪو هو. ماروٽ ڪوڙو سچو ئي ٽڙي ۽ نڪري پيو هو ۽ هتي هت هٺڻ بدران ٺانئيڪو ۽ هڪ کلي ٻڌل هو. سندس زال ڏٺم ته ڏاڍو خوش تي واڌايون ڏنيون مانس. پڇيو مانس ته سندس هيءَ بخت آواري ڪيئن ٿي؟ هو مون کي پوءِ ياڪر پائي، انهن ماڳن ڏانهن وٺي هليو، جتي اسان ننڍي هوندي، ٻيريون ڏوٽي پٺارڪون ٻيرن جون ڪٽي ايندا هئاسون، يا مينهن آئي ڪان پوءِ ڪنيين جا چنگا ڀري موٽندا هئاسون. پنهنجي ڪاميابين جا داستان ٻڌائيندي هن پنهنجي شاديءَ جو ذڪر ڪيو ته مون کانئس پڇيو ته ڦلاونتيءَ جي معنيٰ ڇا آهي؟

چيائين، ”اها عورت جنهن جو مڙس نامرد هجي، ان کي ڦلاونتي چئبو آهي. سو جڏهن ڪنوار پيءَ وارن کي يقين مليو ته مڙس وٽ مڙسي ڪانهي ته هن اهو لاڳاپو پنچات ذريعي ٽوڙائي، ڇوڪريءَ کي هن ڇوري ٻار جي ڪلهي چاڙهيو.“

ماروٽ ڪوڙو ڏاڍو خوش ۽ پاڻ کي ڀاڳ وارو سمجهي رهيو هو.

سندس ڪنوار بہ ڏاڍي خوش، پپن تي تلي رهي هئي. پٽڙي جي جنم سان تہ سندن ننڍڙو گهر ٻهڪڻ پيو هو.

پاڪستان بنجڻ ڪانپوءِ ماروٽ ڪوڙو اڪثر مختلف سارين ڇڙڻ وارن ڪارخانن تي ڪمائيندو رهندو هو ۽ اڪثر ان جي توريءَ اگهہ جو فيصلو هن کي ڪرڻو پوندو هو. سارين جي لپ هٿ ۾ ڪري، تري هٽي، ترتڙ تريءَ تان ڦوڪي هو اگهہ جو اعلان ڪندو هو. مجال جو اسامي موٽي وڃي!

ماروٽ ڪوڙي سان منهنجو هڪ رشتو اچان گهرو ٿيو بہ ٿيو. آهو اِهو تہ هو مون کي "ڪامريڊ" سڏيندو هو ۽ غريب يتيم ٻار طور پلجندي جوان ٿيو هو، ان ڪري فطري طور هو مون کي پنهنجو ساٿي، ڪامريڊ ۽ ڀاءُ سمجهڻ لڳو ۽ جاتي ڪاٿي منهنجي بچاءَ ۾ زوردار تقرير ڪرڻ لڳندو هو. ڪنهن سيٺ يا واپاريءَ، جي منهنجي گلا ڪئي تہ ڪوڙو ميدان ۾ ڪڏي ايندو هو ۽ چوندو هين تہ، "توهان سون جي ڍڳن مٿان نانگ ٿيا ويٺا آهيو، سوڀيو ملنگ آهي ملنگ. توهان ڇا ڄاڻو هن جو قدر!" وقتي تہ مان هن جي عجيب طور طريقن ۽ دليلن تي ٻاڻ ڪلي ويهندو هوس، پر ماروٽ ڪوڙو مڙڻ وارو نہ هو.

ماروٽ ڪوڙو ۴۹- ۱۹۴۸ع ۾ ڪارخانن جي دز ڇٽي، نيٺ سلهہ ۾ ونجي ويو، پر سندس چار پٽ ۽ ٽي نياڻيون ان مهل تائين وڏا ٿي چڪا هئا، ۽ هو خاصو خوشحال بہ ٿي ويو هو. ان ڪري ڪوڙي کي مرڻ وقت اهو ڏک نہ هو تہ سندس پويان ڪو ڏيئو ٻارڻ وارو نہ هوندو يا سندس ٻار ڏکيا ٿيندا.

پٽن سندس علاج لاءِ وڏي ڪوشش ڪئي ۽ پڇاڙيءَ جو ماروٽ ڪوڙي ڪراچيءَ جي جناح اسپتال ۾ لاڏاڻو ڪيو. هن جو لاش هوائي جهاز ۾ ڪٺائي، موهن جي دڙي واري ايئرپورٽ تي لاٿو ويو ۽ سندس ڪرياڪرم اسان جي ڳوٺ واري مساڻ ۾ ٿي ٿيو.

ڪوڙو انگريزي نہ ڄاڻيندي بہ سياڻو ۽ تجربيڪار ماڻهو هو. ۽ هن کي پنهنجي غريباڻي ٻالڪپڻ ۽ جوانيءَ وارو عرصو هميشہ ياد رهيو. هو سولائيءَ سان هر قسم جي ماڻهن سان رلي ملي ويندو هو. شاديءَ ڪانپوءِ سندس باري ۾ ڪو افواهہ يا گلا نہ ٻڌم. هو هڪ وفادار مڙس ۽ هڪ ذميوار پيءُ جي حيثيت ۾ وڏي محنت ۽ تڪليف سان پنهنجي گهر ۽ خاندان کي گهرج ۽

محتاجيءَ کان آجو ڪرڻ ۾ مشغول رهيو. پوين کي تہ پنهنجي وڏڙن جي غريبيءَ ۽ جدوجهد جي ياد گهٽ رهندي آهي، پر ماروٽ ڪوڙي جي گهرواري پنهنجي پٽڙن کي اجا بہ پنهنجي گهوٽ جي ڏکئي دؤر جي ياد ڏياريندي رهندي آهي.

منهنجي ٻالڪپڻي جي يادن ۾ ماروٽ ڪوڙو وڏو حصو والاري ٿو. ڇو تہ هو منهنجو هر عمر ۾ لڪ ڇپ جي راندين ۽ ڳوناڻين خوشين ۾ همراهہ ۽ ياڻيوار هو ۽ منهنجي نظرن ۾ هو اجا بہ وڏيڪ قدر جي لائق تڏهن ٿيو، جڏهن هو جدوجهد ڪري پنهنجي پيرن تي بيٺو ۽ پنهنجي خاندان کي مٿي آندائين.

# محمد امين کوسو

سنڌ اسيمبليءَ ۾ هڪ بي ڊپو، باهمت ۽ پروچ ميمبر هو. جو ١٩٣٧ع وارين چونڊن ۾ پنهنجي علائقي جي سردار ڪان ڪٽي آيو هو. خانبهادرالله بخش سومري جو پڪو حمايتي ۽ ساٿي رهيو، عليگڙهه جو تعليم يافته، مولانا محمد علي جوهر جو شاگرد، ڪميونسٽ ۽ ڪانگريسي (انوقت ڪميونسٽ ڪانگريس اندر ڪم ڪندا هئا، ڇو ته ڪميونسٽ پارٽي بندش هيٺ هئي) محمد امين کوسو پنهنجي ويس ۽ لباس مان ان دؤر جي چوٽيءَ جي ڪانگريسي مسلمان ليڊرن جهڙو لڳندو هو، ڏگهو شيرواني ڪوٽ (اچڪن) ۽ ڪاڌيءَ جي اڇي شلوار پهريندو هو. البت بلوچ هئڻ جي ناتي سان خاص بلوچستان جي ٽوپي مٿي تي پائيندو هو. جناح ٽوپي ان وقت علي ڳڙهه جا سيئي شاگرد پائيندا هئا، جنهن وقت محمد علي جناح اڃا ٽوپلو يا فليٽ هئٽ پائيندو هو!

محمد امين کوسو هڪ بهادر، ايماندار ۽ شعلہ بيان مقرر هو ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي ڪارروائين ۽ مباحثن ۾ سرگرم حصو وٺندڙ شخص هو. البت هڪ ننڍي چونڊ هلندي ڪنهن قاتل ڪهاڙيءَ سان اسٽيج تي اچي خان غفار تي وار ڪيو، ۽ وچ ۾ ٽپو ڏيئي محمد امين؛ خان غفار کي بچائيندي

کهاڙيءَ جو هڪ ڏڪ پنهنجي مغز تي کاڌو هو. جنهن جي نتيجي ۾ وقتي وقتي مٿس مايوسيءَ جا دورا پوندا هئا، ۽ اهڙن وقتن تي هو معجزوپڻ وارا گفتا ڪيندو هو.

منهنجي ساڻس واقفيت ١٩٤١ع ۾ ٿي. ”سنڌ زميندار هوٽل“ ۾ محمد امين کوسو مستقل مهمان طور رهندو هو. مون ان زماني ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪنهن معمولي حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو هو. مون کي حڪم مليو ته، محمد امين کوسي وٽ حاضر ٿيان.

نومبر جي هڪ شام مان هوٽل ۾ محمد امين کوسي جي ڪمري ۾ پهتس ته پيار ۽ عزت سان اٿي مليو ۽ هڪ ٽيبل تي وڪريل چانهه جي سامان طرف وٺي هليو. جتي ڪيڪ، بسڪوٽ ۽ مختلف قسم جا سڪا ميوا پليٽن ۾ موجود هئا. مان اچا ويٺس ئي مس ته پروفيسر ڪارواڻي، قادر بخش نظاماڻي، ڪامريڊ عبدالقادر ۽ ٺهلراماڻي به جلد ئي اچي وارد ٿيا. مونکي خيال آيو ته هي شايد زير زمين ”ڪميونسٽ پارٽي آف سنڌ“ جا اڳواڻ آهن. ڳالهه جي شروعات ڪارواڻيءَ ڪئي ته مون شاگرد فريڪشن اندر حشو ڪيولراماڻيءَ سان دوستي ٽوڙڻ کان نابري واري هئي. انڪري مونکي جواب ڏيڻ لاءِ پارٽي ٽريبونل آڏو گهرايو ويو هو. مان بلڪل بي ڊپي نموني ۾ کين چيو، ”مان ڪميونسٽ پارٽيءَ جو باقائده ميمبر ناهيان ۽ مان پاڻ کي توهان جي آڏو جوابدار مڃڻ کان انڪار ٿو ڪريان. مان صرف هڪ همدرد آهيان ۽ شاگردن جي تحريڪ ۾ حشو ڪيولراماڻيءَ جي ڪردار ۽ پيشرفت کان متاثر آهيان ۽ سمجهان ٿو ته حشوءَ سان وڙهي توهان پنهنجي تحريڪ کي هرج پهچائيندؤ.“

پوءِ محمد امين ۽ قادر بخش پنهنجو پاڻ ۾ بلوچي زبان ۾ ڳالهايو، جنهن مان صرف هڪ لفظ ”بخال“ سمجهه ۾ آيو، جنهنجو مطلب گهڻو پوءِ ڪنهن ٻڌايو ته ”بخال معنيٰ واڻيو“ پوءِ چانهه پاڻي ۽ بسڪوٽ، ڪيڪ کاڌاسون ۽ سندن دوستاڻي رويي مان محسوس ٿيو ته في الحال مونکي ڪنهن پارٽي ٽريبونل آڏو پيش نه ٿيڻو پيو آهي ۽ نه مون وري پاڻ کي منصف بڻائي ڪنهن تي پارٽي ايڪشن ڪنيو آهي، نه وري پارٽيءَ طرفان فتوا صادر ڪئي آهي.

محمد امين کوسي سان ست مهينا سکر پراڻي جيل ۾ گڏ رهيس ته معلوم ٿيو ته محمد امين کوسو خود به ڪميونسٽ پارٽيءَ جو تابعدار قسم جو رڪن نه هو ۽ هو آزاديءَ سان انوقت جي مشهور ليڊرن، جوشي ۽ڊاڪٽر اڌيڪاريءَ سان بحث مباحثا ڪري چڪو هو ۽ سندس دوستي شاعرن ۽ دانشورن مخدوم محي الدين ۽ اسرار الحق مجاز (لکنويءَ) سان هئي. ڪئين دفعا هو اهڙيون ڳالهيون ڪندو هو، جن کي مان سمجهي نه سگهندو هوس. جو ته محمد امين کوسو مونکان ويهه ٻاويهه سال وڏو هو. ۽ الله بخش سومري جي شهيد ٿيڻ ڪانپوءِ هو چڱو مايوس ٿي ويو هو. ان وقت سکر جيل ۾ تقريباً چار پنج سؤ سياسي قيدي ۽ اٽڪل ٽي چار سو اخلاقي قيدي موجود هئا ۽ اسانکي جيل ۾ گهمڻ ڦرڻ جي خاص آزادي هئي ۽ جيڪي اسٽڊي سرڪل اتي موجود اڳواڻن ورتا، انهن ۾ هڪ به ليڪچر ڪميونسٽ تحريڪ تي محمد امين کوسو پڙ ورتا. پر محمد امين جي ليڪچر جي ڍنگ مان پاڻ متاثر يا مطمئن نه ٿيس، ڇو ته هو پبلڪ پليٽ فارم وارو مقرر يا تقرير باز هو ۽ اسٽڊي سرڪل ۾ هو اهڙو ماهر معلوم نه ٿيو.

محمد امين کوسو ٻن ڇئن مهينن ڪانپوءِ جيل مان ٻاهر هليو ويو ۽ سانئس ملاقاتون وري ١٩٤٥ع ۽ ١٩٤٦ع ۾ جي. ايم. سيد جي گهر ٿيون. الله بخش سومري مرحوم جي بجاءِ آهستي آهستي سيد اعظم جي. ايم. سيد والارڻ شروع ڪئي هئي. ١٩٨٠ع واري ڍاڪي تائين (جڏهن محمد امين گذاري ويو) هو جي. ايم. سيد جو مداح رهيو ۽ ڪئين ڀيرا سندس جاءِ تي هن اسان جي پراڻي رهنما ۽ شعله بيان مفتيءَ سان ملاقاتون ٿيون. پر محمد امين کوسو هن وقت ڪنهن ٻيءَ دنيا جو رهندڙ معلوم ٿيندو هو. سيد ٻڌايو ته، هو هزارين صفحا ڪيس خط لکي چڪو هو ۽ ڪي خط ته هڪ وقت چاليهه پنجاهه صفحن جا به هوندا هئا. شاباس هجي سيد کي جنهن اهو سمورو مواد فرصت ۾ پڙهيو ۽ محفوظ رکيو، جنهن مان ڪي جهلڪيون ”واڄٽ ويراڳين جا“ ڪتاب ۾ پيش ڪيل آهن. ۽ ٻيو ڪتاب ”رئيس الاحرار مولانا محمد علي جوهر“ آهي.

محمد امين کوسو ١٩٢١ع واري عدم تعاون واري تحريڪ کان متاثر ۽ ان تحريڪ جو قابل شاگرد ۽ چاٽو هيو. هن ان تحريڪ جي اصولن تي عمل

ڪندي ڪڏهن به پنهنجي زمين جي ڏل نه پياري. سندس ڪشاده دل، مهمان نوازي جي تقاضا اها هئي ته هو سال ۾ ڪانپوءِ ڪنهن وڏي شهر ڪراچي، لاهور يا اسلام آباد ۾ وارد ٿيندو هو ۽ پنهنجي سموري ڳڌ ڪيل آمدني شاهه خرچين ۽ پريس ڪانفرنس ۾ اڏائي موٽي وري سال ۾ لاءِ پنهنجي ٻهراڙيءَ واري علائقي ۾ گم ٿي ويندو هو.

منهنجي جيڪب آباد واري نانيءَ ڪشنچند جي بندوق واري دوڪان تي ڪڏهن ڪڏهن هو ايندو هو ته وڏي قرب سان منهنجي نانيءَ کي چوندو هو ته "توهان منهنجا عزيز آهيو، ڇوته سوڀيو منهنجو عزيز آهي."

هيءَ پنهنجائپ مونکي اڄ به ڪشش ڪري ٿي. ڇو ته جنهن ڪميزار ۽ يوگيءَ وارن ڏؤرن مان محمد امين کوسي جو سفر ٿيو، انهن ڏؤرن مان، ٿوري فرق سان مان پاڻ به گذري رهيو آهيان. مان ڪميزار ذهنيت جو ڪڏهن به سٺو نمائندو نه ٿي سگهيس، پر محسوس ڪيان ٿو ته پنهنجي سياءُ ۾ شايد ڪميزار جي مٿان يوگيءَ جوسياءُ وڌيڪ حاوي رهيو آهي. اهو ئي سبب آهي، جو اسان سڀ سنڌي مختلف اندازن ۾ صوفيت ۽ "همه اوست" جي فلسفي جا قائل ۽ پيروڪار آهيون. سنڌ محمد امين کوسو جهڙا همه صفت درويش تمام ٿورا پيدا ڪيا آهن. هو هڪ اهڙي اٿليل جنس هيو، جنهن سان اختلاف ٿي نه ٿي سگهيو پر هن سان محبت ڪرڻ تي اسان سڀ مجبور هئاسين. ڇو ته هو انهن سيني شين ۽ تحريڪن لاءِ ديوانو هو، جن سان اسان جي دلچسپي ۽ وابستگي هئي.

# ارباب شاھ

هڪ ڏينهن اوچتو ئي هڪ اڌ ننگو ماڻهو تاج محمد ابڙي وٽ وينل ڏٺم. گوڏن تائين اچي گوڏ، پيرن ۾ پراڻي چمپل ۽ ڪلهن تي سنهي اڇي چادر، مٿي تي هڪ ٻه وار نه، مُڇ جيتري شرعي اڇي ڏاڙهي ۽ مُڇون بلڪل صاف. ٻگاڙهو ٻُتول، هلڪو ڦلڪي قد جو ماڻهو، جيڪو ذوالفقار علي ڀٽي جي موت کانپوءِ به اڪثر لاڙڪاڻي جي گهٽين ۾ گهمندو نظر ايندو هو. تاج محمد کان پڇڻ تي معلوم ٿيو ته سندس نالو هو ارباب شاھ. ڊنڊو وصولي ڪرڻ، جنهنکي سرڪاري زبان ۾ نال اوڳاڙيندڙ يا غنڊو چيو ويندو هو!

تاج محمد ابڙي سندس طرف ڏسڻ کانسواءِ ڪوٽ جي اندرئين کيسي مان سؤ جو نوٽ ڪڍي کيس ڏنو، جو هن بنا شڪريي ادا ڪرڻ جي پنهنجي کيسي ۾ وڌو ۽ اٿي اعلان ڪيائين ته، ”هاڻي کهڙي وٽ ٿو وڃان، ان کانپوءِ قاضي فضل الله وٽ پوءِ ايس پيءَ وٽ ۽ پوءِ......!“

اهڙيءَ طرح ڊگهي لسٽ لاڙڪاڻي جي مشهور معروف ماڻهن جي ٻڌي ويو. ان وقت جو سؤ معنيٰ اڄوڪا پنج سؤ.

تاج محمد کان پڇيم ته، ”هي ڪير آهي؟“

جواب ڏنائين ته ” ڪير آهي ارباب شاھ؟ جيڪو هر چرندڙ پرندڙ

شخص جي حرام حلال جي ڪمائيءَ ۾ پائيوار آهي، خون چوسيندڙن جو خون چوسيندو آهي، ڄوڙن مٿان ڄوڙ آهي."

پڇيم تہ، "هيءَ مخلوق ڪيئن ڪڏهن ۽ ڪٿان پيدا ٿي؟"

چيائين، "شايد اڳي بہ هن قسم جا ماڻهو هوندا هئا، جي وڏن ماڻهن جي بداعمالين يا برائين جو پڙهو ڏئي ڪائڻ نال (Hush Money) وصول ڪندا هئا."

۱۹۴۹ع ۾ ارباب شاهہ کي "غنڊا ايڪٽ" هيٺ سزا ڏئي سال لاءِ سکر جيل موڪليو ويو. سال جيل ڪمائڻ کان پوءِ همراهہ سَنَد يافتہ ٿي آيو ۽ ڊي. ايس. پي، ايس. پي، ڊي. ايف. سي. ۽ هر ڪمائيءَ واري کاتي جي سربراهہ مٿان، ارباب شاهہ جي ٽيڪس لاڳو ٿي وئي. مسڪين ۽ وچولي طبقي جي ماڻهن سان ارباب شاهہ جي دوستيءَ هئي. سچو ڏينهن جاڻنا هٽندو وتندو هو ۽ هر ڄوڙ جو حساب رکندو هو تہ هُن ڪيترو رت چوسيو. پوءِ ارباب پاڻ کان ڏکھي لٺ کڻي حرامخور جي اوطاق تي گاريون ڏيندو ۽ انهن جي گناهن جو وچور ڏيندي، وڏي وات داخل ٿيندو هو ۽ هر ڪنهن کان پنهنجي وصولي ڪري نوين ڏهين وڳي سبزي ۽ گوشت مارڪيٽ مان، ڀاڄيون ۽ ضرورت جون شيون خريد ڪري پنهنجي نياڻين سان پريل گهر ۾ داخل ٿيندو هو ۽ شام جو آرام ڪري وري پنهنجي "ڦيري" تي نڪرندو هو.

ارباب شاهہ، قاضيءَ فضل الله، محمد ايوب کهڙي جي دؤر کان وٺي ذوالفقار علي ڀٽي جي دؤر تائين ڪڏهن ڪمي محسوس ٿيڻ ڪانہ ڏني. هر محفل ۾ ڪيس چڪي موڙي تي ويهاريو ويندو هو ۽ هو بنان ڪنهن بيزاريءَ جي پنهنجي واري سان پنهنجو "داد" وصول ڪري روانو ٿي ويندو هو.

مون ڏيندڙن جي منهن تي ڪڏهن هن لاءِ نفرت يا شڪايت جي ليڪ نہ ڏٺي: هو اسانجي معاشري جي معززن ۾ منفرد شخص طور قبول ڪيو ويندو هو. هر چڱو ڀلو ماڻهو چاهيندو آهي تہ اهڙي "واتوڙي" ماڻهوءَ جو منهن بند رکجي تہ چڱو!

ارباب شاهہ جي ٽڪڻ تي ڪجهہ لٺين جا پراڻن زخمن جا نشان بہ هئا ۽ سندس جسم تي ڇُرن ۽ خنجرن جي زخمن جا ڇٽي ويل نشان بہ هئا! پر هن جي زبان ڪينچيءَ وانگر هلندي هئي.

ڪئين ڀيرا هو اسانجي "هاري ڪاميٽيءَ" ۽ مزدورن جي جلسن ۾ اڻ

سڏيو ٻه پهچي ويندو هو، تقرير ڪرڻ جو شوق هن کي ڪونه هو، پر سنگت سان ڀائپي ملهائڻ لاءِ هو هر هنڌ حاضر ٿي ويندو هو.

عجب جهڙي ڳالهه آهي ته اسانجي زرخيز شهر مان ڀيا ٻه ڪي اهڙا ماڻهو هئا، جن کي ڪمائڻ جو پنهنجو پنهنجو فن هو. ڪي رٽائرڊ عملدار هئا ته ڪي رٽائرڊ ڳاڙهي بازار جا چوڪيدار پر ٻيا ته رنگيني انهن ماڻهن لاڙڪاڻي جي زندگيءَ ۾ پيري رکي هئي.

هڪ ليبر ليڊر هو جيڪو ڪجهه اخبارن جي نمائندگي ٻه ڪندو هو پر سچو ۽ کرو، طبقاتي قسم جون تقريورن ڪندڙ اڳواڻ ٻه هو. هن شخص کي اسانجي سنگت ڀاڻ مُرادو ڪجهه نه ڪجهه ڏيندي رهندي هئي. هٿ ڊگهيڙڻ جي ضرورت هن کي ڪڏهن نه پئي.

جيڪي وڏيڪ حساس ۽ ڪجهه ڏکئا سنگتي هئا، سي البته پارٽي يا تحريڪن کان ڪجهه وٺندا هئا. اڪثر آهي شخص سپاهين وانگر پنهنجي پنهنجي علائقي مان پنهنجي "ڪارگذاريءَ" ذريعي پنهنجو وات خرچ ۽ پيٽ خرچ پئي حاصل ڪندا هئا.

قدرت سنڌ کي سدائين سائو رکي. ڪامريڊ شرف علي هڪ دفعي لاڳيتو هفتو منهنجي ڳوٺ رهيو. هڪ ڏينهن حيرت ۾ پوندي چيائين ته، "ڪامريڊ! گهوڙي تي چڙهي پنڻ وارا ۽ گهٽ ۾ گهٽ ڏهين رپئي جي سين هڻڻ وارا فقير مون سنڌ ۾ ڏٺا!"

هاڻي سوچيان ٿو ته اهڙا ماڻهو ڇو اسان وٽ ٽڪي وڃن ٿا، وڏن ويجهن ٿا ۽ پوءِ ڪا ڳادي قائم ڪري مرن ٿا ۽ اسان سادڙا سنڌي هنن مٿان وڏو قبو اڏائي پنهنجون سڪائون سندن پوين کي ٻه ڏيندا رهون ٿا. اسانجي ڳوٺ جي مُلي عرف آخوند کي رات جي ماني گهر ڪرڻ جي ضرورت نه هوندي آهي. عقيدتمند رات جو ٽڪيءَ پوڙ پچائي مُلي جي گهر پهچائي ايندا آهن. اسان وارو برهمڻ رڏو پڪو ڪونه ڪمائيندو هو؛ پر هن جي ڳوٺري جڏهن گهر پهچندي هئي ته چانورن، اٽي، گيهه ۽ کنڊ سان ڀريل هوندي هئي. اهو دؤر ڏاتارن جو دؤر هو. ارباب شاهه وارو دؤر البت ڪجهه بي ادبيءَ واري دؤر سان اچي ٿي ڳنڊيو، جتي ڇٽ سان کڏ ڇمات جي ضرورت هئي. هر دؤر نئين قسم جا هنر ٿو انسان کي سيکاري ۽ هر انسان پنهنجي فن سان پنهنجو جياپو ٿو حاصل ڪري.

ارباب شاهه ڪو نفرت جوڳو ڪردار نه هو، پر هو هڪ اهڙو پيارو ۽ احترام لائق ڪردار هو، جو اسان واري دؤر ۾ ذري گهٽ ناياب ٿي چڪو آهي.

# سوامي انگديوُ

۱۹۴۴ع ۾ اسانجي "نئين دنيا ڪتاب گهر" ۾ هڪ سوامي اچي رهيو. "نئين دنيا" ڪتاب گهر جو شڪارپور جي صراف گوبند پنجابيءَ قائم ڪيو هو، پنهنجي ڪتاب "سرد آهون" سان شروعات ڪري، برڪت علي آزاد جي "نوجوانن ڏانهن" (نراجي ڪروپاٽڪن تان ترجمو ٿيل) ڪتاب ڇپائي "نئين دنيا" جو دفتر سوامي انگديو جي مشوري هيٺ گوبند ڪراچيءَ کڻي آيو هو. سوامي انگديو اصل ۾ هڪ پاڄڪتي افغان سنياسي هو. هن جا عزيز ۱۹۴۰ع واري ڍاڪي ۾ ٻه چمن ۾ رهندا هئا. سواميءَ جي رهبريءَ ۾ اسان ۱۹۴۵ع ۾ ڪوئٽا، پشين ۽ چمن جو دورو به ڪري آيا هئاسون. سوامي هڪ بي پرواهه، بي غرض ماڻهو هو، جنهنکي هر هنڌ عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو. هن کي ڪانگريس جي جئرام داس کان وٺي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي جمال الدين بخاريءَ تائين قرب ۽ رسائي حاصل ڪئي.

ڏکڻو خوبصورت، هلڪو ڦلڪو پوڙهو، ڪلهن کان وٺي پيرن تائين سفيد ڪاڏيءَ واري قلندري ڪفني، ۽ افغان ازبيڪن وارو گول اڇو پٽڪو ۽ وقتي ته پڳتن واري سفيد ڪمربند سان هو خاصو رعبدار شخص لڳندو هو. مڇون، پرڙون ۽ ڏوڙهه سنياسن وانگر، بلڪل پاڪيءَ سان صاف ٿيل هوندا

هئس. عمر سٺ کان مٿي هوندي بہ همراه تازو توانو ۽ خوش مزاج هو.

هڪ ڏينهن سکر مان سندس تار آئي تہ، ”هڪدم پهچ، جو ريلوي ۽ روهڙي سيمينٽ ورڪرس ٽوڪي گهرايو آهي.“ مان ان وقت ڪراچيءَ ۾ پارٽيءَ طرفان ٽريڊ يونين فرنٽ سنڀالي رهيو هوس. جلد ئي سندس فهمائش موجب، سکر پهتس. ۽ اتي ٽريڊ يونين جي تنظيمن جون ڪجهہ گڏجاڻيون ٿيون، پر پوءِ بہ مونکي رهائي ڇڏيائين. هڪ ڏينهن سيٺ جوتو مل، جيڪو اُنوقت سنڌ جو وڏي ۾ وڏو پيلن ۽ جيلن جو ٺيڪيدار هو، اُن سان ملائڻ لاءِ وٺي هليو.

سيٺ جوتو مل مختصر ”رام رام“ بعد سوامي انگديوَ کي چيو تہ، ”بس توهان هاڻي وڃي سگهو ٿا. اسان پاڻ ۾ ڳالهيون ڪيون ٿا.“

پوءِ سيٺ جوتو مل هڪ اهڙي تجويز پيش ڪئي، جا ٻڌي منهنجا ڪَنَ وچڻ لڳا. هن چيو، ”اسان ڪانگريس کي ۱۹۲۰ع کان وٺي لکين رپيا مدد ڪئي آهي، پر ڪانگريس مسلمان هارين ۾ ڪوبہ اثر پيدا ڪري نہ سگهي آهي، انڪري مون سوامي انگديوَ جي صلاح تي عمل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي تہ توهان هڪ روزاني اخبار ڪوليو ۽ عوام ۾ جنهنَ نموني ڪم ڪري رهيا آهيو، تنهن کي ڦهلايو تہ ملڪ جي سلامتي ۽ بهتري ٿيندي!“

سيٺ جوتو مل جي تجويز تي مون سوچيو تہ، سندس اُن مان ڪهڙو فائدو ٿيندو. ظاهر هو تہ هارين ۽ مزدورن جي تحريڪ ۾ هن کي مسلم ليگ جي هندو دشمن تعصب جو توڙ نظر ٿي آيو، ۽ هاري ۽ مزدور تحريڪ جا هلائيندڙ اسان ئي هئاسون.

واضح ٿيو تہ سوامي انگديو هاڻي ڪانگريس جا سمورا شطرنج جا مُهرا لٽي اسانوٽ ڪٺي اچڻ پئي چاهيا.

سوامي انگديو ۱۹۴۵ع کان وٺي باقاعدي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي همدرد ڪارڪن طور کُلي عام ڪم ڪرڻ لڳو ۽ نشانيءَ طور اڇي پٽڪي بدران گلابي رنگ جو پٽڪو ٻڌڻ شروع ڪيائين. ۽ وقتي وقتي گيڙوءَ رتي ڪفني بہ اوڍڻ شروع ڪيائين. پاڪستان ٺهڻ تائين هو مڪمل طرح اسان سان واڳيل رهيو.

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سوامي انگديو قلات جي شهزادي عبدالڪريم

واري باغي بلوچ لشڪر سان ١٩٤٨ع ۾ تپي افغانستان هليو ويو. جتان پوءِ هو هندستان هليو ويو.

سوامي انگديو هندوستان ۾ پڻ ترقي پسند سنڌي اديبن ڳائڻ ۽ آرٽسٽن سان لاڳاپيل رهيو. هنجي ياترائن جو دائرو سنڌي شرنارٿين جون ڪيمپون رهيو. آخري دم تائين، گوبند پنجابيءَ جي چوڻ موجب، هو مزدور هاريءَ ۽ پورهيت تحريڪن لاءِ پڻ ۽ پٽ سٽ ڪري ڪم ڪندو رهيو.

هن سنياسيءَ جو نظريو هن دنيا اندر سرڳ قائم ڪرڻ ۾ ڪامريڊن جي مدد ڪرڻ هو ۽ نه ڪنهن خيالي سرڳ لاءِ ڊڪ ڊوڙ. آخر تائين هڪ ٻاجهي سنياسي ۽ ويراڳي هوندي به هن دنيا کي هڪ خوبصورت گلستان بڻائڻ پئي چاهيو. دنيا ڇڏي سنياس وٺڻ ڪڏهن به سندس سوچ ۾ نه آيو. دنيا ۾ رهي دنيوي ماڻهن کي فڪرن کان آجپي ڏيارڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ سندس ڌرم، عقيدو ۽ مذهب هو. خلق خدا جي خدمت ۽ شيوا ڪرڻ سندس بنيادي مت هو.

سوامي انگديو ڪجهه سال اڳ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

"اڄ نه اوطاقن ۾، طالب تنوارين،
آ ديسي اوتي ويا، مڙهيون مون مارين،
جي، جيءَ کي جيئارين، سي لاهوتي لڏي ويا."

# ڇيلهه جو سُور

اڄ تاريخ ڇهين جولاءِ ۱۹۹۳ع تي ڪورٽ مان موٽي اچڻ تي اوچتوئي هڪ نه سمجهه ۾ ايندڙ سور محسوس ٿيو. جو سڄيءَ ڪُڪ کان شروع ٿي جتي پٺيءَ جو ڪنڊو وڃي ڇيلهه سان ملي ٿو، اُتي انتهائي تڪليف ڏيندڙ ۽ پريشان ڪندڙ انداز ۾ هليو ۽ تقريبن ٻن ٽن ڪلاڪن جي ٽڪي ڦوٽي ۽ مهٽ سهٽ سان سور ۾ ڪجهه گهٽتائي ٿي، ۽ ان لائق پاڻکي سمجهان ٿو ته اڄڪلهه جي مسيحائيءَ تي ڪجهه ڳالهيون، ڪجهه چڀندڙ سوال ۽ ڪجهه پيار ڀريون ٽوليون ڪيان.

اهو صرف اتفاق ناهي ته منهنجا اڌ درجن نياڻا، پٽ ۽ سوين وِيجها دوست ڊاڪٽر آهن، ۽ جڏهن اهڙي صورتحال پيدا ٿئي ۽ انهن مسيحائن مان ڪوبه ويجهو نه هُجي ته پنهنجا هٿ نيٺ پنهنجي پُٺيءَ جي ڪنڊي کي سهلائڻ، آٿڻ لاءِ وڌندا آهن. هڪ ڀيڙي، اصيل منٺار پولائي مونکي وٽبو سٽبو ڏسي پاڻ مرادو چيو ته، ”مان سوٽ ڏيانوَ؟“

مان هن جي هٿن ڳنڍڻ کان اڳ ۾ ئي پاڻکي ”سُوٽ“ ڏيڻ شروع ڪئي هئي. گهر ويس ته منهنجي گهر واري منهنجي آڪڙيل ۽ ٽيڪريل ڪنڌ کي ڏسي، مونکان سوال پڇي ساڳي ئي سوٽ جي تجويز ڏني.

جيڪڏهن منهنجو ايم. بي. بي. ايس پٽ ۽ ايم. بي. بي. ايس نياڻا هجن ها ته اڌ درجن ايم. ڊي ۽ ايم. سي. پي. ايس ڊاڪٽر گڏ ڪري وٺن ها، يا وري اڌ درجن سيون منهنجي جسم اندر داخل ڪري ڇڪا هجن ها! پر شڪر آهي جو اڄ انهن مسيحائن مان ڪوبه موجود ڪونه هو. انڪري مونکي پنهنجي مسيحائي نصيب تي ۽ ان مان ئي قرار حاصل ٿي ويو. مونکي ياد ٿو اچي ته ١٩٥٩ع کان وٺي ١٩٦٤ع تائين جڏهن پنج سال ڳوٺ ۾ نظر بند هوس، ته نه صرف پنهنجي خاندان ۽ ڳوٺ جو ڊاڪٽر هيس پر ته ڪوهيءَ ۾ مان واحد ايليو پيٿڪ مسيحا ٿي پيس. ڇو ته: "پير پلو يا ويساهه پلو؟" جي ڇوٽيءَ تي عمل ڪندي ڳوٺاڻا پيٽ جي سور کان وٺي ويم جي سورن تائين صلاح مشورو ڪرڻ يا دوا درمل وٺڻ لاءِ اڌ رات منجهه رات به مونکي اچي ننڊ مان اٿاريندا هئا! (ياد رهي ته اهو زمانو ڳوٺن ۾ امن امان جو هو ۽ آويلي سڏ تي ماٺهو ڏيتين ۾ نه ويچي لڪندا هئا، جيئن هاڻي ڪندا آهن!

منهنجي هڪڙي عزيز دوست کي "ڪَنَ رڳ" جو سور پيو ۽ جنهن ماڻهوءَ کي اهو سور پيو هجي يا ڪنهن کي ان سور ۾ مبتلا ٿيل ڏٺو هجيس ته اهو اندازو ڪري سگهي ٿو ته (Sciatica) ڪهڙي بلا آهي! مان پنهنجي عزيز دوست ۽ عمر ۾ جي پراڻي ساٿي سوشلسٽ تحريڪ جي علمبردار، مبارڪ "ساغر" کي "ڪَنَ رڳ" جي سور ۾ ڦٿڪندي ڏٺو هو. هن ٻڌايو ته هيءَ بيماري کيس جوانيءَ کان وٺي ٻڍاپي تائين هڪ عذاب طور لڳي رهي، ۽ پاڻ کي ٻارهوئي "صليب" تي ٽنگيل محسوس ڪندو هو. پر هڪ نوتڪاٽيءَ منهنجي آڏو پنيءَ جي ڪنڊي جي سور ۾ وتجندڙ، سڄندڙ مريض جي مري هيٺان رڳ سهلائي سٽ ڏني ته هو مريض ٻنهه نوبنو ٿي اٿي گهمڻ لڳو.

منهنجو دوست رڪن الدين قاسمي ٻانيان ٿو ته سالها سال ڪاٺ جي سخت صندل يا فرش تي سمهندو رهيو آهي، ڇو ته ان موڏي سور مان اهڙيءَ طرح ئي کيس فائدو مليو.

ويجهڙائيءَ ۾ چام ساقيءَ تي جيڪو شديد ۽ اڏرنگ جو حملو ٿيو، جنهن کان هو اڃا نيڪ ٿي نه سگهيو آهي، ان کي به ترت علاج طور دوستن منهنجي ئي اوطاق ۾ مالش ڪئي ۽ ائين پئي لڳو ته کيس چڱي فرحت پئي

محسوس ٿي.

۱۹۴۳ع جا سکر ڊسٽرڪٽ جيل جا ڏينهن ياد ٿا اچن جتي گرمي ۴٦ سينٽي گريڊ هوندي هئي ۽ اڌ تي ڪانگريس جا اڳواڻ اڌ مٿي جي سور ۾ يا ڏينهن لڳڻ سبب بيمار ٿي پوندا هئا ۽ ڦتڪڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو وٽن ڪونه هو، ڇو ته پنڊرنهن سؤ سياسي اي (A) ڪلاس جي قيدين لاءِ صرف هڪڙو ڊاڪٽر هوندو هو. پوءِ صبح جي ٿڌي پهر ۾ ڏسندو هوس ته جئرام داس، دولترام، جيڪو اسان ۾، عمر ۾ سڀني کان وڏو هو (پنجهٺ ورهيه) ۽ گانڌيءَ جو ساچو ڪاہو هت سنڌ جي معاملن جو صلاحڪار هو، سو فلارينس نائيٽنگيل Florence Nightingale بڻجي بيمارن جو علاج ڪندو هو. علاج جو طريقو بلڪل سؤلو، هوشيار مَالشين وانگر، پيرن جي نبض مٿان، آهستي آهستي آڱريون ڦيرائيندي، لؤنڊڙين وتان، نرم ڇهاءُ سان هٿ گهمائيندي، ڪِياڙيءَ هيٺان، نبض تي زور ڏيندي پهچندو هو ته مريضن کي قرار اچي ويندو هو ۽ وقتي ته ننڊ به اچي ويندي هئن!

هاڻي اهي سمورا علاج جا طريقا فزيو ٿيراپي جي نالي هيٺ هڪ مڪمل سائنس جي صورت اختيار ڪري چڪا آهن. پر علاج غريب جي پهچ کان پري آهي ۽ اڪثر ماڻهن کي ته اها خبر به ڪونهي ته ويچ ڊاڪٽرن جي صورت اختيار ڪري چڪا آهن ۽ مَلهه به ڊاڪٽرن جهڙو وصول ڪن ٿا!

اڄ پنهنجي ذاتي عذاب محسوس ڪرايو ته پراڻا ٽوٽڪا ۽ علاج جا نسخا، ڦيٽا ٽوٽا ۽ مالشون به ڪارگر ٿي سگهن ٿا. جيستائين ڪو ماهر مسيحا وارد ٿئي!!

# اي. ڪي. هانگل

ويجھڙائيءَ ۾ بمبئيءَ ۾ جيڪي فساد ٿيا، فساد ڇاٽيا، هڪ طرفو مسلمانن جو قتل عام ٿيو. ان ۾ هڪ پراڻوڪراچيءَ جو ڪشميري- سنڌي پنڊت اديب، سياستدان، ڊراما آرٽسٽ ۽ انتهائي سنو سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙ اوتار ڪشن (عام زبان ۾ اي. ڪي هانگل) ڇوواٽي تي بيهاري، ڳٽڙ ڪَن وٺي، اَيو ڪري بال ٺاڪر جي شو سينا طرفان معافي وٺڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو. معافي ڇا لاءِ ته مسلمانن کي فلمن ۾ نيڪ ڪري ڇو ٿو پيش ڪيو وڃي!

اوتار ڪشن (اي. ڪي هانگل) ١٩٤٧ع تائين ڪميونسٽ پارٽي جي ڪراچي شاخ جو سيڪريٽري، درزين جي يونين جو صدر ۽ ماسٽر ٽيلر ۽ ڪٽر هو. ڇوٽيءَ جا ڪپڙن جا شوقين سنڌس ڪٽنچيءَ مان نڪتل وڳا ۽ سوٽ پائيندا هئا. ڇو ته انوقت بيومانٽ ٽيلرس صدرڪراچيءَ ۾ مهانگي ۾ مهانگو ڪپڙا سبندڙ دوڪان هو، ان جو هو ماسٽر ڪٽر ۽ انوقت واحد درزي، جيڪو ڏينهن ۾ ٻه ٽي ڪوٽ ڪٽڻ لاءِ ست سؤ رپيا ماهوار پگهار کڻندو هو.

اي. ڪي هانگل ڄائو ڪشمير ۾ هو. ٻالپڻ پشاور ۾ گذاريائين،

ڪجھ عزيز دهليءِ ۾ بہ هئس ۽ جوان ڪراچيءِ ۾ ٿيو ۽ اسانجي ڪراچيءَ جي پيپلز ٿئيٽر يونٽ جو آرگنائيزر، سٺو ايڪٽر ۽ ڳائيندڙ وڄائيندڙ هو. شڪل جو هن وقت بہ توهانکي هندستاني فلمن ۾ بحيثيت ايڪٽر ۽ ڊائريڪٽر جي سهڻو سلوڻو جوان نظر ايندو. جيتوڻيڪ هن وقت هن جي عمر ٧٢- ٧٣ ورهيہ آهي. (شايد سندس پٽ بہ ايڪٽر آهي)

١٩٤٨ع ۾ جڏهن ڪراچي ۽ حيدرآباد جيل ۾ گڏ هئاسين ۽ تقريبن هڪ سال گڏ رهياسون تہ هڪ دفعي مون ڏڪاري انداز ۾ ڪيس چيو تہ، "سنڌ مان سٺا ڳائيندڙ وڄائيندڙ هلياويا." تہ چيائين، "ڪامريڊ! سنڌ ۾ سُرَ ۽ ساز ختم نہ ٿيندا." ۽ مونکي سنڌ جي انهن ڳائيندڙن وڄائيندڙن جا نالا ٻڌايائين، جيڪي راڳ ۽ روپ جا بادشاهہ ٿي ايريا ۽ هن وقت ڪجھ اِنهن مان مري چڪا آهن.

مون کي پوريءَ طرح ياد آهي تہ هن ماسٽر محمد ابراهيم، استاد منظور علي خان ۽ محمد جمن سميت ڪن ٻين ڳائڻن جو ذڪر ڪيو هو. جي منهنجي لاءِ بلڪل نوان نالا هئا، زور ڏئي چيائين تہ، "يار! تون هن بزار جو واقف ناهين، جتي راڳ، ناچ ۽ ڏن ملي دنيا کي رنگين بڻائيندا آهن."

انوقت اوچتو ئي منهنجي ذهن ۾ آيو تہ هي پاڪباز، ڪٽر ڪميونسٽ پنهنجي دل ۾ هڪ اهڙي دنيا سان روشناس هو، جنهن کان اسان لڙي بہ نہ لنگهيا هئاسون.

اسان سڀ گوشت خور جانور هئاسون ۽ سبزي لاچاري نڙيءَ مان لنگهندي هئي پر هي يار ايڏو سخت سبزي خور هو، جو انتهائي ڪوشش ڪندي بہ اسان جهڙو ٿي نہ سگهيو. هونئن هن جي مرضي هئي تہ ڪاڏي پيتي جون برهمڻي حدون ٽوڙي اسان جهڙو ٿئي ۽ هڪ دفعي پنهنجي گهر واريءَ کي فرمائش ڪري گهران سٺو گوشت ۽ ٻيون سبزيون گهرايائين پر گوشت جو ٽفن باڪس کوليندي ئي ڏڪي اسان ڏي ڪيائين ۽ پاڻ اُتي وچي آت ڏئي، الٽيون ڪري اچي پاسيرو ٿي سبزيون کائڻ شروع ڪيائين.

اي. ڪي هانگل پارٽيءَ جو ٻرندڙ شُعلو، ڪامريڊ جمال الدين بخاريءَ (سنڌ جي پارٽي سيڪريٽري) جو وفادار خليفو هو ۽ اسان جي مٿان پارٽيءَ جي ضمير جي تلوار وانگر لٽڪيل هوندو هو. ڪابہ ڳالهہ پنهنجي سمجھ

مطابق پارٽيءَ جي پاليسيءَ اندر لڪ پڌڙا ڪندي چوندا يا ڪندا هئاسون تہ رات جو پارٽي ميٽنگ ۾ هانگل جي نڪتہ چينيءَ جو نشانو بڻجندا هئاسون ۽ هو خوب اسانکي لتاڙيندو هو. نيويءَ جي بعاوت وقت ڪراچيءَ کي سجاڳ ڪرڻ ۾ اي. ڪي هانگل جو اهم رول هو. جيل ۾ هو درزي خاني جو مک بڻايو ويو، جو تہ سپرنٽنڊنٽ ۽ جيلرن کي ايڏا اعليٰ قسم جا ڪپڙا مفت ۾ سبجي ملڻ جو ذريعو پيدا ٿي ويو ۽ پوءِ اسانجا پيغام ڪٽي جيل جو ٽيلر ماسٽر بيگم اي. ڪي هانگل معرفت پارٽيءَ تائين پهچائڻ لڳو. "انقلابي ڊسيپلين ڪيا هوتا هي" وارو بخاريءَ تي لکيل Document هانگل جي درزي استاد معرفت ٻاهر پهچايو ويو هو.

هڪ سال جي جيل ڪاٽڻ کان پوءِ هن کي آخرين نامو الٽي ميٽم مليو تہ جيڪڏهن هو پنهنجي اڪيلي زال ۽ معصوم ٻار سان پاڪستان ڇڏي وڃي تہ ڪيس بند ڪيا ويندا. هن ڏينهن جو پرول ڏنو ويندو ۽ پوءِ هو سڌو ڪراچيءَ واري دڪي تان پوليس نگرانيءَ هيٺ بمبئيءَ روانو ڪيو ويو.

معلوم ٿيندو رهندو هو تہ اي. ڪي هانگل بمبئيءَ ۾ انڊين پيپلز ٿيئٽرس ايسوسيئيشن ۽ فلمي دنيا جي چوٽيءَ جي ايڪٽرن بلراج ساهني، پرٿوي راجڪپور، ڪميونسٽ ۽ ترقي پسند آرٽسٽن (جيڪي انوت فلمي ۽ ٿئيٽر جي دنيا تي حاوي هئا) سان گڏجي ڪم ڪندو رهيو ۽ ويجهڙائيءَ ۾ ڪيترن آرٽ فلمن ۾ اڪثر هڪ باضمير ڪردار جي روپ ۾ نظر ايندو رهندو آهي.

اي. ڪي هانگل هڪ صاف سٿرو پاڪستان ۽ سنڌ دوست ڪامريڊ هو ۽ هندستان ۾ بہ هو هڪ باضمير هندو- مسلم دوستيءَ جو ترقي پسند علمبردار هو ۽ آهي.

"شو سئنا" وارن هندو ۽ مسلمان اديبن، شاعرن، ڳائيندڙن ۽ وڄائيندڙن ڪلاڪارن کي بمبئي جي فلمي دنيا ۾ ڇڙواڻي تي ڪڙو ڪري سندن ڪل لاهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پر اي. ڪي هانگل ۽ سندس پيا ساٿي موت سامهون هوندي بہ ٻال ٺاڪري جي هٺ اسڪواڊ سان مهاڏو اٽڪائيندي اڄ بہ پنهنجي ترقي پسند سوچ کي برقرار رکڻ جي ڪوشش سگري رهيا آهن.

١٩٣٢ع کان وٺي ١٩٣٩ع تائين هٽلر جي غنڊا فوج جيڪي تعديون جرمنيءَ جي ترقي پسند ۽ ڪميونسٽ آرٽسٽن سان ڪيون، اڄ ساڳيون تعديون هندو فاشزم جو علمبردار شو سٿنا جو اڳواڻ بال ٺاڪري بمبئيءَ جي فلمي دنيا ۾ ڪري رهيو آهي. آرٽسٽن آڏو سوال موت ۽ زندگي جو آهي پر اي. ڪي هانگل مستقل مزاجيءَ سان پنهنجي ترقي پسند سوچ تي قائم آهي. هو موت کي ته قبول ڪري سگهي ٿو، پر شڪست ڪڏهن به نه!

# ف- م- لاشاري

فقير محمد لاشاري جي ڪُمهلي موت سبب سنڌ جا اديب، سياسي ورڪر، ۽ اخبار نويس سڀ اوچتي صدمي جو شڪار آهن. لاشاري حادثي وقت صرف ٻائيتاليهن سالن جو هيو. اتڪل ٻه هفتا اڳ هو اڌ رنگ جي حملي مان بچي اٿڻ ويهڻ ۽ هلڻ چلڻ جهڙو مس ٿيو هو. سندس پٽ سارنگ جي چوڻ مطابق ته هن لاهور ۽ اسلام آباد وڃڻ ڪان ڏاڍو لنوايو، پر موت ڪيس گهلي لانگ مار جي ذاتي مشاهدي لاءِ وٺي ويو! ڪنهن کي ڏوهه ڏجي موت برحق آهي. پر فقير محمد لاشاري جو موت اسان سڀني دوستن ۽ اديبن مٿان ڄڻ وڄ ٿي ڪريو آهي.

١٩٨٦ع ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين جي پنجاهه ساله ڪانفرنس ويل انور پيرزادو، فقير محمد لاشاري، تاج جويو، ابراهيم جويو، جمال ابڙو ۽ بدر ابڙو گڏ هئاسون. فقير محمد ان ڪانفرنس ۾ صرف پس منظر ۾ هيو، پر مونکي ڄاڻ آهي ته هو پنيان هوندي به تمام اهم رول ادا ڪري رهيو هو؛ اسان سنڌي اديبن، خاص طور، سرائڪي ۽ پنجابي اديبن کي وڙهڻ ۾ هڪٻئي کي ڪرسيون هڻڻ ڪان روڪيو ۽ هڪٻئي سان وڙهڻ ڪان بچايو هو. اهو نظارو وڊيو ڪيسٽ تي محفوظ آهي.

تنهن بعد انور پيرزادي ۽ فقير محمد لاشاريءَ ڪراچيءَ جي ادبي سنگت جي سرگرمين کي جنهن نموني ۾ تيز ڪيو ۽ هلايو تہ ان جو اثر سڄي سنڌ جي ادبي سنگتن ۽ ادبي سرگرمين تي پيو. اڄ ڏينهن تائين ڪراچي ادبي سنگت جي ويهڪ هر خميس تي رمپا پلازه واري هنڌ تي باقائدگيءَ سان ٿيندي اچي ٿي ۽ اهڙي باقائدگي جو اثر ٻين ادبي سنگتن تي بہ پئي ٿو.

هڪ دفعي ڪراچيءَ ويل هوس تہ انور پيرزادو ۽ فقير محمد لاشاري ان زماني واري رٽائرڊ ٿيل وي. سي شيخ اياز جي ادبي سرگرمين کان لاتعلقي ۽ سنگت کان پنهنجي سوچ بابت، بحث ڇيڙيو. ان وقت سڀ اديب شيخ اياز کان ناراض هئا ۽ مان هڪ قربائتي "خليفي" وانگر مريدن جو رخ پير سائين جي طرف صحيح ڪرڻ لاءِ مهم هلائي رهيو هوس. شيخ اياز عظيم هو. عظيم تر ٿيو ۽ وري اڪيلو ٿي ويو آهي. پنهنجي سياسي سوچ ۽ سياست تي پنهنجي ضدي خيالن سبب، انور ۽ فقير جهڙن ڏاهن کي ۽ سڀني اديبن ۽ سياسي ورڪرن کي شيخ اياز جي باري ۾ پنهنجي نقطئہ نگاهہ سمجهائيندي مون موٽايو. فقير ۽ انور ۽ سنڌي ادبي سنگتن وري اياز کي قبوليو ۽ اياز بہ انهن جي اوڏو آيو. شاعرڪيڏو بہ عظيم هجي هنکي پنهنجي شعر ۽ نزول جي پڌڻ پڙهڻ لاءِ آڊينس جي ضرورت آهي. اڪيلائي مان تہ پڳوان بہ ٻرُ ٿي هي جهان خلقيو. شيخ اياز لک ڊاڙون هڻي تہ ڪيس مڃڻ وارا ٿورڙا بچندا، پر جي هڪ بہ نہ رهيو تہ هن جي لفظن جي خوبصورتي ۽ شعر جي منظوميت ۽ ٻيون خصلتون ان کي امر نہ ڪري سگهنديون. الهامي شاعري ۽ الهام لاءِ ڪنهن پيغام جو هجڻ ضروري آهي ۽ جيڪڏهن شيخ اياز يا ڪنهن ٻئي شاعر جي شعر ۾ پيغام نہ رهيو تہ پوءِ ماڻهو ان کي ڇو پڙهندا؟ فقير محمد لاشاري ۽ سنڌي ادبي سنگت جي موجوده پياري ڪردار جو هڪٻئي ۾ ويجهو ڳانڍاپو آهي. ١٩٨٩ع ۾ جمهوري مصنفين جي ڪانفرنس لاهور ۾ ٿي رهي هئي، ان ۾ ٻارهن سنڌي اديب شريڪ هئاسون. جيتوڻيڪ سنڌ جي ڪيترن اديبن کي جمهوري مصنفين جي اغراض مقاصد سان اختلاف هو. پر جڏهن اتي وياسون ۽ ان ۾ پنهنجو ڀرپور حصو ورتوسون ۽ جا عزت اسان سنڌي اديبن جي ٿي ۽ جيڪي اسان پنجاب جي عوام جي جدوجهد جي باري ۾ ٻڌوسون ۽ ڏٺوسون تہ فقير محمد لاشاريءَ پنهنجي رات واري گڏيل ڪچهريءَ ۾ چيو تہ ڪامريڊ

جيڪڏهن اسان لاهور ۾ هن ادبي محفل ۾ شريڪ نہ ٿيون ها تہ وڏي غلطي ٿئي ها!"

"Comrade we would have missed a lot."

ان محفل ذريعي وري اسان سنڌ جا اديب پنجاب ۽ ٻين صوبن جي ادبين جي خيالن، جدوجهد ۽ جمهوري ڪردار سان سلهاڙجي ڳوپچي ۽ ڳنڍجي وياسون. اسان سنڌي ادبين ۾ هڪ عام خيال آهي تہ ترقي پسند صرف اسان ئي آهيون. پر اسان ۽ فقير محمد لاءِ هي ميڙو اکين کولڻ لاءِ ضروري هو تہ اسان جمهوريت جي لشڪر جو هراول دستو ضرور آهيون. پر اڪيلا ناهيون. اسان سان گڏ پنجابي، پٺاڻ، بلوچ، بروهي، سرائڪي ۽ ٻين ٻولين جا اديب بہ آهن. اسان هڪ جمهوري لشڪر، جر غفير جا اڳواڻ آهيون. لاهور مان واپس اچڻ ڪانپوءِ فقير محمد لاشاري "هلال پاڪستان" ڇڏي "عوامي آواز" جو چيف ايڊيٽر ٿيو ۽ عوامي آواز کي سنڌ جي عوام جي دلين جي ڌڙڪڻ بنائڻ ۾ ٻين سان گڏ فقير محمد لاشاري جي ايڊيٽوريلن جو رول بہ هيو. ان ڪانپوءِ فقير محمد لاشاري "جاڳو" ۾ ويو ۽ هاڻ هو ان سفر تي ويو جتي هو ابدي ننڊ ۾ رهندو.

فقير محمد لاشاري "سنڌيڪا اڪيڊمي" کي سرگرم ڪرڻ ۾ ۽ ڪتابن ڇاپڻ جي هڪ سٺي اداري بڻائڻ ۾ بہ هڪ مکيہ ڪردار ادا ڪيو. جنهن اداري، "منهنجي منڙي سنڌ، سنڌ پيپلز پارٽي کان ڄام صادق تائين." جهڙا ڪتاب ڇپائي پنهنجي ادبي سرگرمين جي شروعات ڪئي. ائين ڪٿي چئجي تہ هو سنڌيڪا اڪيڊمي وارن جو ادبي صلاحڪار هو. پنهنجي صحافتي سرگرمين ۽ دؤرن ۾ فقير محمد لاشاري گهٽو سکيو ۽ هن جي ادبي ۽ صحافتي دين خاصي آهي، هو ڪميونسٽ دنيا جي مونجهارن ۽ زوال سبب خاصو پريشان ۽ مايوس ضرور ٿيو هو. پر هڪ مسڪين گهراڻي ۾ جنم ڏئڻ ۽ پنهجي ترقي پسند لاڙن سبب هو پنهنجو رشتو اسان ۽ ٻين ترقي پسند ادبين ۽ ڪارڪنن سان قائم رکندو آيو. فقير محمد جي جيابي کي ڀٽائي جي هنن لفظن ۾ سموهي سگهجي ٿو تہ:

"هٿڻ هڪلڻ ٻيلي سارڻ، مانجهيان اي ءَ مَرَڪَ،
وجهن تان نہ فرق، رَڪ وهندي راند ۾."

# عبدالخالق آزاد

٣٨- ١٩٣٧ع ۾ ٽنڊي ڄام ۾ مرڪزي هاري ڪاميٽيءَ جي آفيس ۾ هڪ سورهين سترهين سالن جو نوجوان داخل ٿيو. جنهن ويهڻ شرط ڪامريڊ عبدالقادر کوکر (هاري ڪاميٽي جي صدر) کي چيو ته ”مان ليڪا چوڪا لاهي، هارين جي خدمت لاءِ آيو آهيان.. مون کي ڪو ڪم ڏيو.“

ڪامريڊ عبدالقادر ڪانئس حال احوال ورتو ته معلوم ٿيو ته سندس نالو عبدالخالق آزاد آهي، تعليم مئٽرڪ ۽ ميرو خان تعلقي جي ڪنهن ڳوٺ جي ٽنڊي ڪاتيدار جو پٽ هو. چيائين: ”ٽي طلاقون ڏئي پنهنجي نڪاح پيل مڱ کان آزاد ٿي آيو آهيان، ۽ انقلاب لاءِ ڪم ڪرڻ چاهيان ٿو!“

نوجوان جي اکين جي چمڪ ۽ خلوص ڀرين ڳالهين کان متاثر ٿيندي ڪامريڊ عبدالقادر کيس هاري ڪميٽيءَ جي ڪم سان لڳايو. پوءِ عبدالخالق رات ڏينهن هاري ڪميٽيءَ جي ڪم ۾ جنبي ويو، ۽ ڪيٽي بندر کان اوباوڙي تائين هو هارين جي مختلف جلسن جلوسن ۾ شامل ٿيندو رهيو.

هي اهو دؤر هو، جڏهن مسلم ليگ اڃا سنڌ ۾ ڇانئجي ڪانه هئي، ۽ سنڌ اسيمبليءَ جو واحد ميمبر شيخ عبدالمجيد سنڌي هو. جنهن ١٩٣٧ع ۾ شاهنواز ڀٽو کي لاڙڪاڻو، ميرو خان تڪ تان شڪست ڏني هئي، جو پاڻ

ڪي مسلم ليگي سڏائيندو هو، ۽ هاري ڪميٽيءَ جا اڪثر مهندار (انڊين نئشنل)، ڪانگريس سان گڏجي ڪم ڪندا هئا. ڪامريڊ عبدالقادر ڪوڪر، ارباب نور محمد پليجو، قادر بخش نظاماڻي، سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبرمحمد امين کوسو، مولوي ڪامريڊ نذير حسين جتوئي، مولوي عزيز الله جروار، مولانا الاهي بخش قريشي ۽ ڪيترا ٻيا عالم ڪامريڊ ۽ هاري ڪميٽي جا ميمبر، ساڳئي وقت ڪانگريس جا سرگرم ڪارڪن به هئا ۽ ان وقت انهن مان اڪثر پاڻ کي ڪانگريس سوشلسٽ پارٽيءَ جا ڪارڪن به سڏائيندا هئا. (ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش هئي) ڏيهي آزاديءَ ۽ پورهيتن جي نجات لاءِ گڏيل جدوجهد ڪندڙ تنظيمون ڪانگريس سوشلسٽ پارٽي جي نالي سان قائم هيون.

عبدالخالق آزاد چڪ پرڪڻ ۾ ٿيل هاري ڪانفرنس مان موٽندي ڳاڙهي موريءَ تائين ڪن سنگتين سان گڏ هو ۽ پويون پيرو ڪن دوستن ڪيس وڻ جي ڇانو هيٺان ستل ڏٺو. اتان جو غائب ٿيو تہ ڪنهن کي پتو نہ رهيو تہ ڪيڏانهن ويو؟ گهروارن سان لاڳاپو ڪونہ هوس، ۽ هاري ڪميٽيءَ اندر بہ نئون آيل هو ۽ ايترو مشهور نہ هو، جو ڪو سار لهيس ها تہ همراهہ کهڙي ٽيشن تي لهي ويو!

پهرين سيپٽمبر ١٩٣٩ع تي ٻي عظيم جنگ شروع ٿي. هٽلر، جرمنيءَ پولينڊ تي حملو ڪيو ۽ ٽين سيپٽمبر ١٩٣٩ع تي انگلينڊ، جرمنيءَ ۽ اٽليءَ جي Axis Powers خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. قومي ۽ سامراجي قوتن جي وچ ۾، سڄي برصغير ۾ لٽ لڳي وئي. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ هندوستان جي اٺن ڪانگريسي صوبائي حڪومتن استعيفا ڏني ۽ ڪميونسٽ سوشلسٽ ۽ ٻيا سرگرم ڪانگريسي عوامي ڪارڪن سڀ زير زمين هليا ويا. ١٩٤١ع ۾ هٽلر، انگريز ۽ فرانسيسي فوجن کي يورپ مان ڌڪي سمنڊ ۾ اڇليو، جتان هو پڳهہ ڪٽي انگلينڊ پهچڻ شروع ٿيا. ٢ جون ١٩٤١ع تي هٽلر، سوويٽ يونين تي سڌو حملو ڪيو. ان وقت تائين برصغير جا سڀ عوامي ڪارڪن جيلن ۾ هئا ۽ فيبروري ١٩٤٢ع ۾ اهي مختلف ڪئمپن مان آزاد ٿيا. ڇو تہ ڪميونسٽ پارٽي انگريزن خلاف لڙائيءَ کي معطل ڪري سامراج دشمن، فاشسٽ دشمن محاذ ۾ شامل ٿي وئي، ۽ اها سڌ ڪانہ رهي تہ عبدالخالق

آزاد ڪھڙي حال ۾ ۽ ڪٿي پھتو!

١٩٤٥ع ۾ جاپان خلاف جنگ ختم ٿي ته پتو پيو ته عبدالخالق Indian Navy هندستاني بحريه ۾ هڪ عام خلاصيءَ Rating طور داخل ٿيو هو ۽ فيبروري ١٩٤٦ع جي بمبئي بحريه جي سينٽرل اسٽرائيڪ ڪميٽيءَ جو معمولي ميمبر هو.

پاڪستان ٺهيو ته ڪراچيءَ جا سيئي ٽريڊ يونين ڪارڪن جيلن ۾ پئجي وياسون. ١٩٥١ع ۾ راولپنڊي سازش ڪيس جي سلسلي ۾ حسن ناصر گرفتار ٿي، ڪراچي جيل پھتو ته ٻڌايائين ته "عبدالخالق آزاد سنڌ ڪميونسٽ پارٽي جو سيڪريٽري آهي. مون حيرانيءَ ۾ ڪانئبس پڇيو ته "هيءَ مخلوق ڪٿي هئي؟" چيائين ته ڪيس نيويءَ مان استعيفيٰ ڏياري پارٽيءَ جو ڪل وقتي ڪارڪن بڻايو اٿئون.

پوءِ عبدالخالق آزاد وري ٥٧- ١٩٥٦ع واري زماني ۾ نعپ (NAP) ۽ هاري ڪميٽيءَ جي ڪار گذارين ۾ سرگرم حصو ورتو.

ايوب خان جي مارشل- لا ۾ مان ته جلد ئي اندر ٿي ويس. ٽن چئن مهينن ڪانپوءِ حيدرآباد جيل جي بي ڪلاس وارڊ اندر صبح جو گھمي ڦري رهيو هوس ته اڏ اچي ڏاڙهي ۽ اڏ اچن وارن سان هڪ شخص منهنجي آڏو اچي بيٺو. مون پھريان ته ڪيس نه سڃاتو، پر جڏهن هٿ ڏئي ڀاڪرڻ شروع ڪيائين ته سڃاتم ته عبدالخالق آزاد هو. هڪدم ڪن ۾ چيائين ته "ڏاڙهي لاهڻ جو سامان ڏي ته هن مان جند ڇڏايان، چاڻ فوٽو ڪيڻ وارا (جاسوسي کاتي جا) ماٺهو آيا!" ڏاڙهي لاهي نلڪي تان منهن ڌوئي آيو ته جاسوسي کاتي جو فوٽو گرافر ٻاهرين پوليس سان گڏجي آيو. صوبيدار ڏسي حيران ٿي ويو ته راتوڪو "ملو" هڪ جوان ڏاڙهيءَ ڪوڙ شخص هو. ڪلي چيائين: "اسان کي تنهنجي ڏاڙهيءَ سميت فوٽي جي ضرورت هئي." ۽ پوءِ هو عبدالخالق جو رواجي فوٽو ڪيڍي، ٻيڙا ٿي موٽي ويا. عبدالخالق ٻڌايو ته "رات جو دير سان مير رسول بخش ٽالپر جي بنگلي تان ڪچھري ڪري پئي موٽيس ته "همراهه" پوئتان لڳي پيا ۽ اچي ويجھا پيا ۽ پڪڙي ورتائون. پڇيائون ته "ڪير آهين؟" ته چيو مان ته "مير جي زمينن جو هاري آهيان، ٻج وٺڻ آيو هوس، سو دير ٿي وئي ۽ مير صاحب چيو ته ٻج صبح جو ڪٽي وڃج، پر هٺن

ڪي تسلي نہ ٿي ۽ اڃي رات جو ٿاڻي تي واڙيائون. صبح جو صوبيدار مير صاحب سان ٽيليفون تي ڪانٽسن پڇيو تہ "هڪ ماڻهو، جيڪو توهان جي هاري هجڻ جي دعويٰ ڪري رهيو آهي، اهو رات جو اويلو گهمندي گرفتار ڪيو اٿئون" صوبيدار ڪي مير صاحب چيو تہ همراهہ ڪي ٽيليفون ڏيو تہ پڇانس تہ ڪير آهي.

مير صاحب هوشيار ماڻهو هو. منهنجو آواز ٻڌندي ئي چيائين تہ، "ها بابا منهنجو ڪرمي آهي. ڇڏي ڏيوس." پر هن ڪي شڪ هيو تہ هي ڪو سياسي ماڻهو آهي. سو مون ڪي نہ ڇڏيائون ۽ مون ڪاڪوس وڃڻ جي اجازت گهري تہ سمورن دوستن جون ايڊريسون ڪيسي مان ڪڍي ڪاٺي ڇڏيان ۽ ائين ڪرڻ ۾ مان ڪامياب ٿي ويس. پر هڪ اڌ سياسي ڪتاب هنن کي منهنجي ٿيلهي مان هٿ اچي ويو.

١٠ فيبروري ١٩٥٩ع تي اوچتو ئي حڪم آيو تہ سڀ ڪميونسٽ لاهور جي شاهي قلعي ڏي موڪلي ڏيو. حيدر بخش جتوئي، مان، عبدالخالق آزاد ۽ ٻيا لاهور پهتاسون تہ در جي لڳ ڀڳ جيڪا ٻئرڪ هئي، تنهن ۾ مان ۽ ٻئرڪين ۽ عبدالخالق ستين سيل ۾ واڙياسون. تقريبن ٻن ٽن ڏينهن کانپوءِ هڪ سنگين بردار هوشيار سپاهيءَ جي نگراني ۾ تيهن چاليهن فوٽن جي ڊگهي تي مونکي گهمڻ ڦرڻ لاءِ ٻاهر ڪڍيائون تہ گهڙي ڪانپوءِ ٻئي طرف کان عبدالخالق آزاد کي ساڳيءَ طرح گهمڻ لاءِ ڪڍيائون. جتي هو ۽ مان اچي ويجها ٿياسون تہ ٻڻ ٻڻ ڪندي چيائين تہ، "مون کين ٻڌايو آهي تہ ١٩٥١ع تائين مان هوس ۽ تنهن ڪانپوءِ تون آهين. وڌيڪ خبر مونکي ڪانهي. مون لاءِ هي اشارو مهلائتو هو ۽ پوءِ منهنجي پڇا ڳاڇا دوران مون لاءِ بہ ڪارآمد ثابت ٿيو.

ورهين تائين مان ڳوٺ ۾ نظر بند رهيس ۽ عبدالخالق آزاد وچ ۾ اکين کان اوجهل ٿي ويو. ١٩٦٧ع– ١٩٦٨ع ۾ هو لاڙڪاڻي ۾ واسدال لئبارٽريز جي دوائن واري وڏي ٿيلهي سان مليو. ڳراٽڙي پائي ويڙهيل ملياسين ۽ مان ڪيس پنهنجي گهر وٺي آيس. پتو پيو تہ عبدالخالق آزاد شادي ڪري هڪ نياڻيءَ جو پيءُ ٿي چڪو هو. ۽ سن جي ڊاڪٽر تلو مل جي لئبارٽريز جو نمائندو هيو. سندس گذران چڱو ڀلو هليو، پر سياست کان بيزار ٿي چڪو هو.

عبدالخالق آزاد بہ چار سال اڳ فوت ٿي ويو آهي. پر هن مجاهد جي ٣٠– ٣٥ سالہ جدوجهد جي ياد اڃا بہ دل ۾ تازي آهي.

# جسٽس علي نواز ٻڏائي

جسٽس علي نواز ٻڏائي (مرحوم) جڏهن لاڙڪاڻي ۾ ڊسٽرڪٽ سيشن جج مقرر ٿي آيو ته جڊيشري جي صورتحال عجيب هئي. غلام محمد ڪوريجو کي لاڙڪاڻي مان انڪري بدلي ڪيو ويو هو جو هن عبدالحميد خان جتوئيءَ کي هڪ ڪوڙي ڪيس ۾ضامن ڏئي ڇڏيو. تنهن ڪانپوءِ ٻڏائي آيو ته اُن جي چوڪيدار جي مينهن چوري ڪرائي وئي. پيچل خان ڊي. ايس. پي جو راڄ هو. هن کي گهرائي ٻڏائيءَ چنڊ ڪڍي ته تو پوليس کي سيشن ڪورٽ جي لنگهن (Gates) تي چو پيهاريو آهي؟ چيائينس ته، ”مان رستي تي ويندي به سيشن جج آهيان ۽ جميعي ۽ پنهنجي موڪل جي ڏينهن تي به جيڪڏهن ضامن جي درخواست ايندي ته گهر ويٺي به ضامن ڪٽندس.“ پيچل خان مينهن موٽرائي ٻڏائي صاحب کي ڏني.

هڪ دفعي منهنجي پيٽيوي ڪشنچند گربخشاڻيءَ کي حڪم ٿيو ته سپريم ڪورٽ جي فيصلي مطابق پنهنجو اباڻو گهر (نئين ديري ۾) خالي ڪري. مرحوم عثمان رضويءَ ٻڌايو ته، جي چند ڏينهن جي واندڪائي ملي وڃي ته هو ڪا قانوني صورت ڪڍي وجهندو، جنهن ۾ ڪشنچند کي چڱي وٿي ملي ويندي. ٻڏائي صاحب کي ذاتي ليول تي عرض ڪيم ته چيائين،

”فڪر نہ ڪر.“ پوءِ ڪورٽ جي ريڊر کي گهرائي چيائين، تہ، ”ڪيس جو رڪارڊ رتيديري جي سول جج وٽان هڪدم گهرائي سيشن ڪورٽ ۾ رکيو وڃي.“

هن جو مقصد هو تہ ڪيس جو رڪارڊ اچي ويندو تہ بي دخليءَ جي ڪارروائي في الحال مهمل ٿي ويندي.

ٻي ڏر ذوالفقار علي ڀٽي صاحب وٽ (جيڪو نئين ديري ۾ آيل هو) پهچي دانهن ڪئي تہ، ”اسان کي ڪشنچند واري جاءِ سپريم ڪورٽ جي فيصلي جي باوجود بہ نٿي ملي.“ ڀٽو صاحب بادشاهہ ماڻهو هو، حڪم ڪيائين تہ، ”هينئر جو هينئر جاءِ جو قبضو حڪيم موريي کي ڏياريو. ڊي. ايس. پي. پيچل، ڪشنچند کي نياپو ڪيو تہ، ”جيڪي کڻي سگهين، سو کڻي، تڏو ۽ ٽي وڃ.....“

ائين راتو رات منهنجي ڀيڻ ۽ ڀاڻيجا لڏو پٽي اچي لاڙڪاڻي لٿا. وقت ثابت ڪيو تہ حاڪم جي لت ڳوري هئي، پر منهنجي ڀيڻ جي خاندان جا ڀاڳ لاڙڪاڻي ۾ بهتر ٿي پيا.

ٻيڙاڻي صاحب هڪ انتهائي ايماندار شخص هو ۽ ڪجھ دفعا سائنس سندس چيمبر ۾ بہ ملاقاتون ٿيون. هڪ دفعي چيائين تہ، ”ڌيءَ جي شادي رٿي اٿم، جي اچين تہ خوشي ٿيندي.“

چيو مانس تہ ”گهڻن دوستن کي سڏ ڏنو اٿئي؟“

چيائين، ”وڏيرو وڏ تو جهڙا ست دوست ڪانديا اٿم. چوتہ مون ۾ ايتري وصيت ناهي، جو عيد تي ڪو ٻڪرو بہ قربان ڪري سگهان.“

ٻيڙاڻي صاحب انتهائي انسان دوست ۽ محبتي ماڻهو هو. غريب هو ۽ غريبن لاءِ همدردي هئس. رٽائرڊ ٿيڻ ڪانپوءِ ليبر ٽريبونل تي جج هو. هن جا اڪثر فيصلا پورهيتن جي حق ۾ هئا ۽ زندگيءَ جو پويون حصو خاصو بيماريءَ ۾ گذريس. مليريا ويجهو ڪو نن‌ڍڙو ٻنيءَ ٽڪر هيس، جتي سيني پريشانين کان دور ياڇين ڀٽين پوڪڻ ۽ ٻي پوک ڪرائڻ ۾ صرف ٿيندو رهيس.

هڪ ڪيس جنهن ۾ محمد بچل تنيو هڪ جوان خونيءَ جو وڪيل هو تہ ٻيڙاڻي صاحب چيو تہ، ”هي خون جو ڪيس آهي ۽ نہ ڪاري ڪاريءَ جو.

مشير ناموں پڙهي ڏس...... فوٽن جي هٿ ۾ سڄي سگهوءَ مٽيا هئا، جنهن مان هن ڪنڊي پٽي ناهي، اها صورتحال يار سان ملڻ واري ناهي."

ڪيس اهو هو تہ سندس مقتول زال پيڪين وڃڻ پئي چاهيو، جنهن تي ڪاوڙ ۾ اچي جٽ پنهنجي زال جي ڪنڌ تي ڪهاڙي وهائي ڪڍي ۽ ڪيس "قتل" ڪري چڙهيو هو، پر "ڪاري" ڪري مارڻ وارو بچاءُ ڇهن مهينن ڪان پوءِ جيل مان موڪلي ڏنو هئائين ۽ ٻڍائيءَ اُن ڪيس ۾ جوابدار کي ست سال سزا ٻڌائي هئي.

ٻڍائي شاهہ لطيف جو وڏو چاڻو ۽ حافظ هو. ڪيترا دفعا ڪيسن هلندي شاهہ جي بيتن جي پرٽ پرتان لائي ڏيندو هو ۽ پوءِ اسان تعجب مان ڏسندا رهندا هئاسون. شيخ اياز جي شاعريءَ تي بہ وڏي دسترس هيس. "وڄون وسڻ آئيون" نڪتو تہ اياز منهنجي هٿان هڪ ڪاپي ٻڍائي صاحب کي بہ موڪلي. صبح جو اُها ڪاپي ڏئي آيو مانس ۽ شام جو هڪ پارٽيءَ تي گڏياسين تہ سڄو وقت "وڄون وسڻ آئيون" تي ڳالهائيندو رهيو ۽ ايترو شاعريءَ جي شوق ۾ ٻي سُڌ هو، جو مون ڪيس ڪن ۾ چيو تہ، "وڃي مُک مهمان جي ڪرسيءَ تي ويهہ." چو تہ مان اُن وقت اجا نئون نئون وڪالت واري پيشي سان لاڳاپيو هيس ۽ سمجهيم تہ ڪي ٻي سمجهہ حسد ڪندا تہ ٻڍائي سمورو وقت مونسان ڪچهري ڪري رهيو هو. ٻڍائي جڏهن سکر ۾ جج هو تہ شيخ اياز وٽس ڪنهن ڪيس سانگي ويندو هو تہ پهرين چوندو هوس تہ، "تازي شاعري ٻڌاءِ."

ٻڍائي هڪ سنت، درويش صفت صوفي انسان هو، جنهن وٽ نفرت صرف بي انصافيءَ خلاف هئي. اهڙا سپتيا، نيڪ ۽ صابرين جج اڄڪلهہ ڳڻندا تا وڃن ۽ پتو ناهي تہ جديشريءَ جو هنن پراڻن ڪاپڙين جي رٽائر يا مرحوم ٿيڻ ڪانپوءِ ڪهڙو حال ٿيندو؟

# ڊاڪٽر انور علي شيخ

۱۹۷۲ع ۾ بي ايمان آفيسرن (Corrupt Officers) جي لسٽ پيش ڪندي، گورنر مير رسول بخش (مرحوم) ۷۸ نالا ڪٽي اوچتوئي وڏيڪ نالا ڪٽڻ بند ڪري ڇڏيا، ڇو ته ڪيس مٿان حڪم ٿيو ته ان لسٽ ۾ ڪيترائي اهڙا آفيسر اچي ويا هئا، جن لاءِ ماڻهو قسم کڻي چئي سگهيو پئي ته اهي انتهائي ايماندار ۽ In Corrupt Officers هئا! مون کي ياد آهي ته ان وقت جي وزير اعظم مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي جن ٻن ڇٽن کي چند مهينن اندر واپس نوڪري تي گهرايو. انهن مان ڊاڪٽر سرجن انور علي شيخ، جيڪب آباد جو سول سرجن ۽ آخر ۾ سنڌ جو هيلٿ سيڪريٽري به هڪ هيو (۽ ٻيو محمد هاشم ميمڻ ڪالونائيزيشن آفيسر (CO) ۽ آخر ۾ ڪمشنر سکر) جنهن تي پوءِ لکندس.

انور علي شيخ ۱۹۵۳ع ۾ ميٺارام هاسٽل ۾ رهندو هو ۽ ڊؤ ميڊيڪل ڪاليج جو شاگرد هيو. ان وقت جي شاگردن ۾ ڊي. ايس. ايف ڏاڍي سرگرم هئي ۽ انور علي ڊيَ. ايس. ايف جي سرگرم سنڌي شاگردن مان هڪ هو.

هن وقت تائين پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن ۾ ۱۹۵۰ع کان

۱۹٦۰ع تائين جا سرگرم لڏي وارا حاوي آهن. ان وقت نہ ڪاپي هئي، نہ ڪارتوس هئا. نہ سفارش، ۽ نہ ئي هڪ جي بجاءِ ٻيا امتحان ڏيڻ وارا. اهي سڀ بيماريون ۱۹۷۰ع واري ڏهاڪي جي پوئين سالن جون آهن جيڪي اڄ ڪينسر جي صورت اختيار ڪري چڪيون آهن.

شاهہ محمد شيخ پاڻ هڪ ايماندار روينيو آفيسر هو ۽ سندس پٽ انور علي هڪ ايماندار، محنتي ۽ سنگت جو سچو ماڻهو هو. ڊاڪٽري پاس ڪرڻ ڪان پوءِ هو وڃي نوڪريءَ تي چڙهيو ڇو تہ ان زماني ۾ پبلڪ سروس، ڊاڪٽرن لاءِ، ٻہ سال ضروري هئي. ڊاڪٽر انور علي، جيئن ان وقت رواج هيو، سٺو فزيشن ۽ سرجن، ٿئي هيو، لاڙڪاڻي ۾ سول اسپتال قائم ٿيڻ سان انور علي هتي ڊاڪٽر ٿي آيو ۽ هن سان گهرائپ رهي. تنهن کان پوءِ هو وري، شايد ۱۹٦۷ ۾، جيڪب آباد ۾ سول سرجن جي حيثيت ۾ مليو. رات جو ماني تي، ٻن چئن دوستن سان ملايائين جي سڀ Civil Servants هئا. انتهائي رازداري واري محفل هئي. جو ان وقت جو مشهور انقلابي، مهمان طور، آيل هو. جنهن وقت هي چار پنج وڏا آفيسر گڏ ٿيا تہ انور علي هڪ ڊرامائي انداز ۾ مونکي مهمانن سان واقف ڪرايو، چيائين ”هي آهي سوڀو گيانچنداڻي، جيڪو نہ صرف مشهور معروف ڪميونسٽ آهي، پر هڪ سٺو انسان، سٺو سنگتي ۽ هڪ سٺو پيءُ ۽ شهري بہ آهي.“ مان حيرانيءَ سان انهن دوستن کي ڏسي رهيو هوس جن ۾ هڪ سي. ايس. پي آفيسر، ۽ ٻيو لوڪل سيلف گورنمينٽ جو ضلعي آفيسر ۽ ٻہ سورهين گريڊ جا آفيسر هئا. معلوم پئي ٿيو تہ انهن سڀني کي ڪميونسٽ جي انسان هئڻ تي شڪ هيو. جنهن ڪري انور علي ان شڪ کي دور ڪرڻ پئي چاهيو.

انور علي پنهنجي ڊيوٽي ۾ انتهائي مخلص ۽ ايماندار هو ۽ ۽ جڏهن ڪيس جيڪب آباد سول اسپتال مان نوڪريءَ تان لاٿو ويو تہ مون ڪيس جيڪب آباد ميونسپل آفيس پنيان سندس پنهنجي ڪوليل خانگي اسپتال ۾ ڪم ڪندي ڏٺو. هو ٿيو ڏيئي هر هر بيل گاڏين تي آيل بيمارن کي اسپتال کان ٻاهر ئي سيون هڻي ۽ دوائون ڏئي رهيو هو. ڇو تہ ننڍي خانگي اسپتال ۾ ايترن بيمارن کي سمائڻ جي جاءِ نہ هئي. هو چند مهينن اندر سول سرجني واري زماني کان بہ وڌيڪ ڪمائڻ لڳو، ۽ صرف پنهنجي عزت نفس

۾ Reputation کي برقرار رکڻ لاءِ بحيثيت ايڊيشنل هيلٿ سيڪريٽريءَ جي، واپس نوڪريءَ ۾ ويو.

انور علي دم ڪشيءَ جو ننڍي هوندي کان ئي مريض هيو. آخر ۾ ۷۴-۷۵ع ۾ دم ۾ ئي گذاري ويو. هو سهڪندي ۾ ڏنوٽيءَ وانگر هيٺ مٿي ٿيندي به ڪل مک ۾ خوش رهندو هو. تنگ نظري ۽ تعصب کان بلڪل پاڪ. انور علي خود به هڪ شفيق والد ۽ سچو دوست هو. اڪثر ملاقاتون پنهنجي پراڻن يارن دوستن جي ياد ۾ گذري ويندي يون هيس ۽ ان پيشي ۾ جيڪي سندس هم عمر هيا. تن بابت بلڪل صحيح تجزيو پيش ڪندو هو. هن هڪ دفعي مذاقن ٿن چئن ڊاڪٽرن ۽ ڊاڪٽرياڻين جا اسڪيچ ٻڌايا. هڪ، جيڪا ويم ڪرائڻ وقت چاقو ڪٽي پوءِ في گهرندي هئي ۽ ٻي جيڪا تمام سهڻي، موهڻي ۽ سني ڊاڪٽرياڻي هئي ۽ بلڪل واجبي في وٺندي هئي، پر وقتي "فري ڪيس" به ڪري ڇڏيندي هئي. هڪ ڊاڪٽر جو ذڪر ڪندي ڪلائي ڪلائي ٻيڻو ڪري ڇڏيائين. جيڪو پنهنجي ماني ڳوٺان ڪٽي هلندو هو. يا وري بحيثيت ڊي. ايچ. او هوٽلن تي چٽي هوندو هو ۽ بنا ٽڪيٽ سفر ڪندو هو.

۱۹۶۰ع واري ڍاڪي جي پوئين حصي ۾، بي ايماني، دوائون وڪڻڻ ۽ دوائن وارن دڪانن کان وصولي ڪرڻ، اهي ڳالهيون اڄ وبائي صورت اختيار ڪري چڪيون آهن. انور علي شيخ، جيڪڏهن اڄ زنده هجي ها ته هو پنهنجي پيشي جي باري ۾ خاص مايوس ڪندڙ صورت پيش ڪري ها. اڄ به هن جا ڪيترائي سنگتي، هن پيشي سان واسطو رکندڙ، زنده آهن، پر انور عليءَ جهڙي مٺيا ۽ موهه تمام ٿورن ۾ تو ڏسان. ڊاڪٽر انور عليءَ پنهنجي پويان هڪ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ ڇڏي ويو آهي. جيڪي پڻ ساڳئي پيشي سان لاڳاپيل آهن.

# ڪامريڊ عزيز سلام بخاري

وه جو تاريڪ راہوں ميں مارے گئے.
«فيض»

ٻي جنگ عظيم دوران، جنهن وقت ساري دنيا ۾ روس جي بهادريءَ جو ڏونڪو وڄي رهيو هو ۽ اسان برصغير ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ طرفان،نہ صرف مزدور تحريڪن جي سربراهي ڪري رهيا هئاسون، پر لکڻ، ادب ۽ دانشوريءَ ۾ بہ سڀ کان اڳرا هئاسون ، تہ هڪ اهڙي تنظيم وجود ۾ آئي جنهن جو نالو مختصرً (انڊين پيپلز ٿيئٽر ايسوسيئيشن) ”آءِ پي ٽي اي“ هيو، جنهن جو سلسلو ڀارت ۾ اڄ بہ هلندو اچي. شبانہ اعظمي، اوتار ڪشن هانگل، نصير شاهہ، سنيل دت ۽ ٻيا عظيم فنڪار ان تحريڪ جا جيئرا مثال آهن. حقيقت ۾ تہ پرٿوي راج ڪپور، بلراج ساهني، اشوڪ ڪمار جهڙا پراڻا جڳادري، نامور ائڪٽر بہ ”آءِ پي ٽي اي“ جا سرگرم سرپرست، ڪارڪن هئا ۽ نہ صرف فلم ۽ ٽيليويزن پر اسٽيج ٿيئٽر ۾ بہ، هو ڊرامي ۽ ناٽڪ کي عوام جي ڪلائٽ، سيڪارڻ ۽ ترجماني ڪرڻ لاءِ گهٽين، ڳوٺن ۽ غريب بستين ۾ وٺي ويا. ان سلسلي جون ڪجهہ جهلڪيون اڄا بہ اسلم اظهر جي ”دستڪ“ ۽ لاهور جي عوامي انجمن پاران پيش ٿيندڙ اسٽيج ڊرامن ۾ نظر اچن ٿيون ۽ هاڻ تہ خود پاڪستان ٽي وي (پي ٽي وي) بہ حڪمران ۽ ظالم طبقن خلاف هڪ وڏو مؤثر ڪردار ادا ڪري رهي آهي.

پاڪستان ٺهڻ سان هندستان مان لڏي آيل اديبن، دانشورن ۽ ڊرامہ آرٽسٽن جو هڪ وهڪرو ڪراچي ۽ لاهور بہ پهتو. عزيز سلام بخاري ”آءِ پي ٽي اي“ جو هڪ ننڍڙو ڪردار، بہ بمبئيءَ مان مهاجر ٿي ڪراچيءَ وارد ٿيو. ڪامريڊ هانگل جيڪو منهنجي فليٽ تي ”آءِ پي ٽي اي“ جي يونٽ کي ريهرسل ڪرائيندو هئو، ان ۾ منهنجي واقفيت عزيز سلام بخاريءَ سان ٿي. هي اهو وقت هو جڏهن اسان ٽريڊ يونين جي ڪم ۾ ايڏو مصروف هوندا هئاسون جو پيچڻ لاءِ بہ وقت گهٽ هوندو هئو، پر پوءِ عزيز سلام جڏهن مون سان ڪراچي جيل ۾ گڏ رهيو (۵۰- ۱۹۴۹ع ۾) تہ هن سان خاصيون ڪچهريون ٿينديون رهيون. اصل الهہ آباد جو هئو، جائو نپنو بمبئيءَ ۾، ۽ ڪنهن ڪپڙي رڱڻ جي ڪارخاني ۾ ننڍڙو ملازم هو. ڪراچيءَ ۾ پاٽس طيب بخاريءَ گهڻن ئي ڌنڌن ۾ طبع آزمائي ڪئي. پهريُن ٽرانسپورٽر هئو ۽ آخر ۾ (اي پي پي) ڪراچي بيورو جو مک ڪارڪن. هن وقت عزيز سلام بخاريءَ جو واحد فرزند جاويد سلام بخاري، شايد ”مارننگ نيوز“ ۽ ”دي مسلم“ جو ڪراچيءَ جو بيورو چيف آهي ۽ خوشحال زندگي گذاري رهيو آهي.

عزيز سلام عجب ماڻهو هئو. جيل ۾ اچڻ سان چيائين: ”مون کي سنڌي سيکار، چو تہ مان سنڌين سان سنڌيءَ ۾ مخاطب ٿيڻ ٿو چاهيان.“ (مون وٽ اڃان تائين اهو نوٽ بڪ محفوظ آهي، جيڪو هن کي سنڌي گردان سيکارڻ لاءِ تيار ڪيو هئم.) عزيز سلام نہ رڳو سنڌي سکيو پر سنڌيءَ ۾ سياسي تڪرارَ جهيڙو ڪرڻ بہ سکيو ۽ هميشہ ۲۰- ۱۵ فل اسڪيپ صفحن تي، مارڪسزم جي نقطہ نگاهہ کان (پوليمڪس) يا مناظري ٽائيپ جا مضمون لکي موڪليندو هو. هن يار کي (يو جي) انڊر گرائونڊ رهندي، ڪافي وقت ملي ويو هئو، جو اهي ڊگها مضمون لکي سگهي. ۽ مون کي وري اهو ٽائيم ڪونہ هئو جو انهن جو مطالعو ڪري جواب لکي سگهان. مان ڪڏهن ريل ۾، ڪڏهن جيل ۾- ڪڏهن ڪاوڙ جي چوندو هو تہ ”ڪامريڊ توکي بحث لاءِ وقت ڪونهي!؟“ مان چوندو هئس (ڇا پڙهان؟) پڙهڻ لئہ وقت وري جيل ۾ ملندو هو. ”توکي پڙهان، ان کان بهتر ناهي تہ مارڪس، اينگلز ۽ لينن کي پڙهان؟“

۱۹۵۳ع جي سرءُ ۾، حسن ناصر، جيڪو ڪراچي ڪميٽيءَ جو

سيڪريٽري هيو، تنهن چيو تہ ”ٻہ چار ڪامريڊ ڪراچيءَ ۾ هتي منهنجي لاءِ متي جو سور آهن، انهن ڪي سنڌ وٺي وڃ.“ هڪ متي جو سور عزيز سلام هيو، جنهن کي مان لاڙڪاڻي وٺي آيس. ۽ هن ماڻهوءَ نہ صرف لاڙڪاڻي جي سياسي حلقن ۾ پنهنجي جاءِ پيدا ڪئي، پر پوريءَ سنڌ ۾ اڏند ڪتولي تي گهمي آيو ۽ اچي هڪ وڏي رپورٽ پيش ڪيائين، جنهن ۾ سنڌ جي سمورن ليفٽسٽن جو ذڪر ۽ رول ۽ آئينده لاءِ صلاحون شامل هيون. وڏو محنتي، چلتو پرزو ماڻهو ۽ سائنٽ وارو ساٿي ثابت ٿيو. نوابشاهہ ۽ سانگهڙ ضلعي جي ”الاٽي تحريڪ“ ۾ قاضي فيض محمد ۽ رئيس بروهيءَ سان گڏجي هن وڏي سرگرميءَ سان ڪم ڪيو. ١٩٥٦ع ۾ سرهاڙيءَ ۾ جيڪا زبردست هاري ڪانفرنس ٿي، جنهنجي صدارت مولانا ڀاشانيءَ ڪئي هئي، ان ۾ بہ عزيز سلام اڳرو هيو.

عزيز سلام ١٩٥۴ع ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ مٿان پابندي پوڻ شرط ”يو جي“ ٿي ويو ۽ ٧٦- ١٩٧٥ع ۾ جڏهن هو فوت ٿيو، تڏهن بہ هو ”يو جي“ انڊر گرائونڊ ئي هيو. مائوءَ هڪ دفعي چيو هو تہ ”اسان ڪميونسٽ، سمنڊ ۾ مڇيءَ وانگر آهيون، عوام هميشہ اسان جي حفاظ ڪندو آهي.“ عزيز سلام بخاري بلڪل سمنڊ ۾ مڇيءَ وانگر هيو. هتان ڪان هتي، هتان ڪان هتي. هو پارٽيءَ جو ڪارڪن، جاڪوڙي، قاصد ۽ رهنما هيو. ڪيترائي پراڻا ڪارڪن وڏي محبت ۽ احترام سان کيس ياد ڪندا آهن. خاص ڪري حيدرآباد، بدين ۽ ٺٽي جي مزدور ۽ هاري تحريڪن ۾ اڄ بہ ڊزن ڪارڪن اهڙا ملندا، جن کي عزيز سلام ذهني ۽ عملي طرح تراشيون هو.

تاوڙو ۽ تڪڙو بہ هئو. مان جڏهن ٣ مهينن لاءِ ڳوٺ ۾ نظر بند هوس تہ عزيز سلام پارٽيءَ وارن جو وفد وٺي منهنجي ڳوٺ بنديءَ پهتو ۽ قريباً ٣ ڏينهن ڪچهريون ٿيون. ناصر هيو، سائين عزيز الله هيو، نازش هيو، جمال نقوي ۽ شرف علي، ورائي ورائي چون تہ ”سمورا ڪل وقتي ڪارڪن (هول ٽائيمرس) عوامي ليگ جي پليٽ فارم تي موڪليون.“ منهنجي راءِ اها هئي تہ سنڌ ۾ جي. ايم. سيد ”عوامي محاذ ۾، سرحد ۾ خان غفار جي ”خدائي خدمتگار ۾“ پنجاب ۾ ميان افتخار الدين جي ”آزاد پاڪستان پارٽيءَ“ ۾، ۽ بلوچستان جي صمد خان اڇڪزئي جي ”ور وري پختون“ ۽ بزنجي ۽ شهزادي

عبدالڪريم جي "استمان گل" ۾ گڏجي ڪم ڪندا رهون ۽ انهن کي هڪ پليٽ فارم تي آڻي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون. عزيز سلام بخاريءَ جي راءِ هئي تہ "هي سڀ ننڍا ننڍا جا ليڊر آهن ۽ انهن وٽ عوام لاءِ ڪو پروگرام ڪونهي." پر يڪراءِ نہ ٿي سگهياسون. هڪ ميٽنگ حيدرآباد ۾ ڪئي سون، تنهن ڪانپوءِ ان جو فيصلو وچي ڪراچيءَ جيَ پارٽي ورڪرن جي عوامي اجلاس ۾ ٿيو، جنهن ۾ اهو طئہ ٿيَو تہ "هي قومن جا ليڊر آهن، انهن جي سهاري جي ضرورت آهي." ۽ اسان هنن سان گڏجي ڪم ڪندا رهياسون.

ايوب خان واري سموري دؤر ۾ عزيز سلام بخاري "يو جي" رهيو. پوءِ ٻڌم تہ پروچائينيز (پيڪنگ) لائين تي هلڻ لڳو هو. هڪ دوست ٻڌايو تہ هو ويجهڙائيءَ ۾ آيو هو، چيائين: "مائودرست آهي" ۽ مون ڪيس "چلتو" ڪري ڇڏيو. منهنجي ۽ ڪن ٻين دوستن جيَ راءِ اها هئي تہ اسان جو قبلو نہ پيڪنگ، نہ ماسڪو هئڻ گهرجي، پر پاڪستان جي عوام جي بنيادي حقن لاءِ پاڻ ۾ گڏجي رهڻ گهرجي.

ڪامريڊ عزيز سلام بخاريءَ ڪيترائي نوان هول ٽائيمر (ڪل وقتي) ڪارڪن پيدا ڪيا ۽ پروپيڪنگ لائين تي هلندو رهيو. آخر ۾ هو ڪنهن ميٽنگ لاءِ ٽندو محمد خان پئي ويو. ميٽنگ شايد اهم هئي ۽ ڪيس دير ٿي وئي هئي. سو ايڏو تيز ڊڪيو هو جو جڏهن سهڪندي ميٽنگ ۾ پهتو تہ ڪري پيو ۽ اتي ئي دم ڏنائين.

مونکي خبر ناهي تہ ڪير سندس ڪانڌي ٿيا ۽ ڪهڙن ڪيس دفنايو. سندس پٽ جاويد ۽ ڌيئن کي بہ سندس آخري آرامگاهہ جي خبر ڪانهي، ڇو تہ هنن کي صرف اهو ٻڌايو ويو تہ "عزيز سلام بخاري مري چڪو آهي، پر ڪٿي ۽ ڪيئن؟" سا خبر هنن کي بہ ڪانهي.

عزيز سلام بخاري، انهن چند ڪامريڊن مان هئو، جن سنڌي سڪي، سنڌ ۾ رهيا ۽ سنڌ جي عوام لاءِ جدوجهد ڪئي، ۽ سنڌ لاءِ پاڻ کي فنا ڪري ڇڏيو. عزيز سلام کي سلام.

# ڪرشن کٽواڻي

آگسٽ ١٩٤٣ع جي ڪئٽ- انڊيا (Quit-India) تحريڪ هلندي ٻڌم ته ڪنڊن نوجوان "ٽٽل زنجيرون" نالي سان پنهنجي خرچ تي ڪتاب ڇپرايو آهي. مالهيءَ ٻڌايو ته ڪرشن کٽواڻي نالي هڪ ٺارو شاهه جو نوجوان، ڦٽندڙ شاعر آهي، جيڪو ٽئگور جو مداح به آهي ۽ ساڳئي وقت گانڌيءَ جو چيلو پڻ. شوق ٿيو ته ان نئين ٿهيءَ جي جوان سان ملجي. مان ان وقت پڳل (روپوش U. G) هوس، ڇو ته ڪئٽ انڊيا تحريڪ ۾ شاگردن جي اڳواڻي منهنجي ٻلي هئي. مالهيءَ ڪرشن سان ملايو ته معلوم ٿيو ته خاصو هندي ۽ اردو ڪتابن جو اڀياس ٿيل هيس ۽ سنڌي رسالا سندر ساهتيه، رتن، نئين دنيا به پڙهندو رهندو هو. هن کي شانتينڪيتن وڃڻ جو ڏاڍو شوق هو ۽ مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ اوڏانهن روانو ٿي ويو.

فيبروري ١٩٤٦ع ۾ جڏهن مان آل انڊيا ٽريڊ يونين ڪانگريس جي ڪلڪتي واري اجلاس ۾ شريڪ ٿيس ته موٽندي شانتينڪيتن ۾ ٻه ٽي ڏينهن آرام لاءِ ترسيس ته ڪرشن کٽواڻيءَ سان ڏاڍيون ڪچهريون ٿيون. اٿندي ئي چيائين ته مان ڪميونسٽ نه آهيان پر آئيڊيلسٽ (Idealist) يا آدرشوادي آهيان.

منهنجي لاءِ آدرشوادي ۽ ڪميونسٽ جو مسئلو ڪڏهن اهم ڪونہ رهيو آهي ڇو تہ مان پاڻ ڪميونسٽ آئيڊيلسٽ رهيو آهيان. انوقت جيڪي ڪڇهريون ڳالهيون ٻولهيون ٿيون تن مان اندازو ٿيو تہ ڪرشن خاصو يورپين ۽ بنگالي ادب پڙهيو هو. مان بنگالي پڙهڻ لاءِ وقت نہ ڪڍي سگهيو هوس، پر هن شانتينڪيتن ۾ چار سال رهي بنگالي ادب جو گهرو ابياس ڪيو هو ۽ سندس خيالن ۾ ٺهراءُ ۽ ڪجهہ مونجهارا هئا. مون کي سندس راءِ ۽ جذبن لاءِ عزت هئي ۽ هن مون کي هڪ وڏڙي ۽ جڳادري ليڊر طور ستڪار ڪيو.

پاڪستان ٺهڻ سان ڪرشن ڪتواڻي سڌو سنڌ ۾ موٽي نہ آيو بلڪہ پنهنجي ڪتنب کي بہ اندور سڏائي ورتائين، جتي هو اجا تائين رهي ٿو ۽ ١٩٨٨ع ۾ هو سچل ڪانگريس تي مالهي، نارائڻ ڀارتي، جيتلي ۽ وينا سان گڏ شريڪ ٿيو هو.

ڪرشن ڪتواڻي جيڪي ڪتاب هندستان ۾ لکيا تن ۾ هڪ سنڌي جوان جي هندستان جي حالت ۽ ڪشمڪش ۽ رومان ڀئي آهن، پر ڪرشن ڪتواڻي هتان موٽي وڃڻ ڪانپوءِ سنڌ جي حرارت ۽ خوشبوءِ، پنهي جي "ڏڪ" ڏني آهي. هن جيڪي ويجهر ۾ لکيو آهي تنهن مان اندازو ٿئي ٿو تہ هو نئين سر پنهنجي ڌرتيءَ تي اچڻ سان جي اتيو آهي. جيئن سيمسن گريڪ ديو مالائي ڪردار جو پير ڌرتيءَ سان لڳڻ سان زنده ٿي ويندو هو، اهڙيءَ طرح ڪرشن کي سنڌ جي جدائيءَ ۽ ميلاپ نئين زندگي بخشي آهي.

چيائين: "مان لکڻ چاهيان ٿو ۽ ڇپجڻ چاهيان ٿو، ۽ چاهيان ٿو تہ ماڻهو مون کي پڙهن، پر مون کي ڏک آهي تہ سنڌي پڙهندڙن جو تعداد گهٽبو پيو وڃي. خود منهنجا پٽ ۽ ڌيئون سنڌي پڙهي ڪونہ ڄاڻن ۽ سڄو ڏينهن هنديءَ ۾ هڻ هڻان ڪندا آهن. مان پنهنجي گهر ۾ اجنبي آهيان، ساري دنيا گهمي اتم پر پنهنجائي رڳو سنڌ ۾ محسوس ڪيم، ڏک اتم تہ مان هتي رهي نٿو سگهان، موٽي نٿو سگهان."

هيءَ آس لکين سنڌين ۾ هندستان ۽ دنيا جي ٻين حصن ۾ آهي. هو چاهين ٿا تہ سنڌ جي مها تيرٿ جي زيارت ڪرڻ لاءِ انهن کي اجازت هجي. مون هن اديبن کان پڇيو تہ "موٽي ايندؤ؟" چيائون: "توهان ئي اوڪڙو وينا آهيو تہ اسان ڪيئن موٽي اچؤن!" ايمانداريءَ سان تہ هو اتي ايترو سيٽ ٿي ويا آهن، جيترو مهاجر هتي ۽ ڪين هندستان جي اصلي باشندن وٽان اها ئي محبت ۽ نفرت ملي ٿي، جهڙي مهاجرن کي هتي نصيب ۾ آهي.

شرنارٿين لاءِ اتي ايتري ٻاهہ ٻري رهي آهي جيتري هت مهاجرن لاءِ.

# محمد ابراهيم جويو

محمد ابراهيم جويو هڪ اهڙو اديب، محقق، عالم، دانشور ۽ اڻ ٿڪ سياسي ڪرو آهي، جنهن تي تمام گهٽو لکجڻ کپندو هو پر هن يار نہ ڪجهہ پاڻ تي لکيو ۽ نہ ڪنهن ٻئي کيس خاص ڪريڊٽ ڏنو. اڄ دل ٿي چئيم تہ هن اديب ۽ عالم کي ٿورڙو روشناس ڪرايان، ڇو تہ جي. ايم. سيد، شيخ اياز، رسول بخش پليجو ۽ مان پاڻ سڀ ۽ سنڌ جو سمورو اديب لڏو محمد ابراهيم جويي جا مقروض آهيون. هن اسان کي صرف ڏنو آهي ۽ ورتو ڪجهہ بہ نہ آهي.

اياز منهنجو شاگرديءَ جي زماني کان (١٩۴۴ع کان) واقف ٿيو ۽ تڏهن کان وٺي اڄ تائين دوست آهيون ۽ اميد آهي تہ دوست رهنداسين. جويو بابت، مون کي چاڻ تڏهن پئي جڏهن پاڪستان نهڻ وقت ڪنهن سبب کيس شايد نوڪريءَ کان سسپينڊ ڪيو ويو هو، جنهن ڪري سنڌ مدرسہ جي شاگردن سنڌس پنيرائي ڪرڻ لاءِ تمام وڏو اسٽرائيڪ ڪيو هو. اخبارن ۾ ان واقعي جي باري ۾ وڏي ڏي وٺ هلندي رهي. مان پنهنجي ٽريڊ يونين جي مصروفيات سبب ڇاٽي نہ سگهيس تہ مامرو ڇا هو. گهڻو پوءِ معلوم ٿيو تہ اهو وڏو بغاغو سندس ڪتاب ”سيو سنڌ، سيو دي

ڪانٽينينٽ" (سنڌ بچايو، ننڍي کنڊ کي بچايو) تي ڇپيو هو. جنهن تي حاڪمن کي ناراضگي ٿي هئي. ان ڪتاب جي سر ورق تي سنڌ جو نقشو هو، جنهن مٿان هڪڙي پلڙ ڳانءِ جي تصوير هئي. تصور ۾ پڳڙيون پاتل واڻيا ڳانءِ کي ڏهي بالٽيون پاسيريون ڪندا اوڀر ڏکڻ هندستان طرف ڀڳا ٿي ويا ته وري هڪ قطار پنجاب جي طرييازن جي، ڳئونءَ کي ڏهڻ لاءِ پهچي رهي هئي. اها خبر انوقت ڪونه هئي ته سنڌ جي "ڪامڌينو ڳانءِ" (اها ڳئون جنهن جو کير ڏهندي ڪڏهن به نه کٽندو آهي) کي ڏهڻ لاءِ اوڀر، اولهه، اتر ۽ ڏکڻ کان ڪتڪيون اچي لهنديون.

١٩٥٢ع ۾ جيل مان نڪرڻ کانپوءِ پتو پيو ته محمد ابراهيم جويو سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري ٿي ويو هو ۽ سنڌي ادبي بورڊ ۾ محمد ايوب کهڙو، علامه آءِ. آءِ. قاضي، جي. ايم. سيد، ميران محمد شاهه ۽ ٻيا عالم ۽ اڪابر صلاحڪار بورڊ جا ميمبر هئا ۽ سندن مشوري هيٺ دنيا ڀر جي اڍائي سو شاهڪارن کي ترجمو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو هو ۽ ادبي بورڊ کي اهو ڪم پاڪستان گورنمينٽ طرفان سونپيو ويو هو ته سنڌ بابت لکيل عربي ۽ فارسي ڪتابن کي اصل ٻولين ۽ ترجمي جي صورت ۾ ڇپيو وڃي.ان لاءِ بجيٽ پاڪستان گورنمينٽ ڏني هئي.مون کي ياد آهي ته هڪڙي مائڪرو فلم مشين ١٩٥٤ع تائين سنڌي ادبي بورڊ جي جاءِ تي کوکن ۾ بند رهي، ڇو ته ان جي آپريٽر جو خرچ نه پاڪستان گورنمينٽ ڏنو هو ته نه وري سنڌ گورنمينٽ کي توفيق ٿي هئي، (ان وقت س ا ب جي آفيس سابقه پرائمري ٽريننگ ڪاليج، سنڌ اسيمبلي بلڊنگ ۽ موجوده اين. جي. وي هاءِ اسڪول، جيڪو سعيد منزل لڳ آهي، ان ۾ هئي) ۽ جويو پٽيوالن ۽ چوڪيدارن لاءِ ٺهيل ٻن ڪمرن واري جاءِ ۾ رهندو هو. ١٩٥٢ع کان ١٩٥٤ع تائين سنڌي ادبي سنگت جون گڏجاڻيون به س ا ب جي هڪ آفيس ۾ ٿينديون هيون. جي پوءِ اياز قادريءَ جي ڏنيرام بلڊنگ ۾ ٿيڻ لڳيون ۽ جويو هميشه انهن گڏجاڻين ۾ موجود هوندو هو. سنڌ جا ناميارا اديب حفيظ شيخ، سراج ميمڻ، رشيد آخوند، خواجه سليم، اياز قادري ۽ ٻيا ڪيترا انهن گڏجاڻين مان نيڪي وڏا عالم ۽ اديب ٿي نڪتا ۽ ڪيترن جي ڪچين ڦڪين لکڻين کي درست ڪري، سنواري، مهراڻ ۾ شايع ڪرڻ جو سهرو به ابراهيم

جويي جي سر تي آهي.

١٩٥٥ع کان وٺي جويي تماهي مهراڻ رسالو شايع ڪرڻ شروع ڪيو، جنهن جهڙو خوبصورت، غلطين کان بلڪل پاڪ ۽ معياري- رسالو هن وقت تائين ڪڏهن به نه ڇپيو آهي ۽ نه اڳتي ڇپجي سگهندو. ڇو ته جيڪا پروف ريڊنگ ۽ مٿي ماري جويي سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ ڪئي اهڙي ڪوبه نه ڪري سگهندو.

جويي کي ڪجهه وقت لاءِ سنڌس پاڻ پٺاڻ لاءِ لاهور ۽ پشاور بدلي ڪيو ويو هو، پر اهو اتي به سنڌي ڪتابن کي مشرف به اسلام ڪرڻ جي مهم آڏو وڏي ڍال جو ڪم ڏيندو رهيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ ۾ واپس اچڻ سان وري به هن سنڌي ادب جي خدمت جاري رکي.

جويي پنهنجي نالي هيٺ تمام گهٽ لکيو آهي پر ترجما تمام سٺا ۽ تمام سٺن ڪتابن جا ڪيا ۽ ڪرايا اٿس ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي واڌاري ۽ توسيع ۾ مکيه ڪردار ادا ڪيو اٿس.

نون لکندڙن ۽ ادبين کي همٿائڻ ۽ مٿي آڻڻ ۾ سندس اهم ڪردار رهيو آهي. سائين جي. ايم. سيد جي سمورين لکڻين کي بنا غلطيءَ جي ڇپائي ۽ ترتيب جي ڪم ۾ به جويي وڏو هٿ ونڊايو آهي ۽ شيخ اياز کي همٿائڻ ۽ ان تي جاکوڙ ڪري اياز کي پنهنجو صحيح مان مرتبو ڏيارڻ ۾ به جويي جو ڪردار تمام اهم رهيو آهي.

جويو صاحب جي سياسي ڪردار کان تمام ٿورا واقف آهن. هو تمام پڙهيل، مارڪسسٽ، رائسٽ ۽ سياسي ڇاڻ جو مالڪ آهي ۽ سنڌ جي وجود لاءِ جدوجهد لاءِ گمنام سپاهيءَ جو ڪم سرانجام ڏيندو رهيو آهي.

١٩٥٣ع واري چونڊيل اسيمبليءَ جي اندر جيڪي سنڌ جي وجود، حقن ۽ سنڌي ٻوليءَ کي برقرار رکڻ لاءِ جيڪي شاندار ٺهراءُ انگريزي زبان ۾ پيش ڪيا ويا، انهن جو محرڪ ۽ نظرثاني ڪندڙ جي. ايم. سيد، علي محمد راشدي، عبدالستار پيرزادو سان گڏ محمد ابراهيم جويو هو. ۽ ان کان پوءِ هر ادبي سياسي ڪانفرنس لاءِ گرائونڊ ورڪ ۽ تجويزون ترتيب ڏيڻ جو ڪم به هي گمنام سپاهي ڪندو رهيو آهي. ڪيترن ليڊر صاحبان کي جيڪي تمر تراق سان اسٽيجن تي تقريرون ڪندا آهن، انهن کي اها خبر

ڪانہ هوندي آهي تہ انهن تقريرن جوُ ڪچو مال ۽ وقتي تيار ڪيل پڪو مال جويي صاحب جي دماغ جي پيداوار آهي.

جويو انتهائي محنتي، پاڻ کي فنا ڪرڻ جي حد تائين مانيٽو ۽ نهٺو ماٺهو آهي. اصولن تي سخت ۽ ضدي ۽ هٺيلو پرچڻهن ۾ وڏائي ۽ پاڻ پڏائڻ جو ذرو بہ نہ آهي. ٧٧ جيءَ پيٽي ۾ هوندي بہ هو سنڌي ادب ۽ سياست ۾ هڪ ڊائنيمو جو ڪم سرانجام ڏئي رهيو آهي. جويي جهڙا ماڻهو اسان جي سماج اندر تمام ٿورا آهن، جن پاڻ ماري ۽ ٻاري سنڌيت کي قائم رکيو آهي.

# رئيس غلام محمد ڀرڳڙي

پراڻين يادن جي پٽارڪ مان اڄ الائي ڇو رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي ور ورڪري دل جي دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪري رهيو آهي. "ڇو يارا! اسان وسري وياسون ڇا؟" رئيس غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي ابن رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي ۽ مرحوم غلام رسول خان ڀرڳڙيءَ جو ننڍو ڀاءُ آهي. هو هن وقت لڳ ڀڳ (٨٠) اسي ورهين کان مٿي عمر جو هوندو ۽ ويجهڙائيءَ ۾ سندس درويشي ڏاڙهي ڏسي هيبت وٺي وئي هئم.

غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙيءَ کي مون پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ ڏٺو ۽ سڃاتو. هو هڪ سياسي خاندان جو فرد آهي. هن جو والد ماجد غلام محمد خان ڀرڳڙي ڪانگريس جو شايد پريزيڊنٽ ٿيو هو ۽ ساڳئي وقت، ان وقت جي مسلم ليگ جو سرگرم ليڊر به هو، جنهن وقت مسلم ليگ ڪانگريس سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي خلافت ۽ (نان ڪوآپريشن (Non co-opration آسهڪار يا عدم تعاون جون تحريڪون زورن تي هيون. ته هو به ساڻن گڏ هو. پوءِ هو ١٩٢٤ع ۾ ئي فوت ٿي ويو هو.

رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي پاڪستان کان اڳ واري ١٩٤٦ع ۾ چونڊيل ميمبر هو ۽ پاڪستان ٺهڻ شرط هن پنهنجو مستقل سياسي لاڳاپو

جي. ايم. سيد ۽ مسلم ليگ مخالف قوتن سان قائم ڪيو.

رئيس پرڳڙيءَ ڪي سمجھڻ لاءِ مون ڪي ڪوشش ڪرڻي پئي. پر هلندي هلندي مان هن جي گهڻو ويجهو ٿي ويس. جيتوڻيڪ رئيس پرڳڙيءَ ڪي ڪامريڊن ۾ مقبول ڪڏهن بڻائي نہ سگهيس. تنهن هوندي بہ هو ڪامريڊ عبدالقادر ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ ٻنهي ڪي انتهائي ويجهو ۽ سندن مددگار رهيو.

رئيس پرڳڙي مزاح ۽ مسخريءَ جو بادشاهہ آهي. هن جي سياسي ٽوڪ ايڏو تہ چيندڙ ۽ عجيب لڳندي آهي، جو وقتي تہ سندس مطلب ۽ مراد سمجھڻ ۾ وقت لڳندو آهي. هڪ دفعي لاهور ۾ جڏهن (١٩٥٥ع ۾) نئشنل پارٽي ٺاهڻ لاءِ گڏ ٿياسون تہ ميان افتخار الدين اڻ سڌي طرح چيو تہ "ڪشمير متعلق هڪ ٺهراءُ پاس ڪرڻ کپي. اولهہ پاڪستان جي گاديءَ جي هنڌ لاهور ۾ ويهي ڪشمير لاءِ ڪو ٺهراءُ پاس نہ ڪرڻ بد ذوقي ٿيندي." جيتوڻيڪ ميان افتخار الدين کي ڪشمر کي پاڪستان ۾ آڻڻ لاءِ ڪو خاص چاهہ نہ هئو. اها ڳالهہ جي. ايم. سيد سان مون ڪئي. جي. ايم. سيد اِن راءِ جو هئو تہ ڪشمير جو ذڪر ٿي نہ ڪجي پر چيائين تہ غلام مصطفيٰ پرڳڙيءَ جو زور آهي تہ "ڪشمير فتح ڪرڻ لاءِ پاڪستان گورنمينٽ تي زور آڻجي تہ جهاد شروع ڪري! جو تہ ٻنهي طرف پنجابي مارجا ۽ اسانجي وڃي جان!"

پرڳڙي صاحب جون اولهہ پاڪستان اسيمبليءَ اندر تقريرون وڏي خيال سان ٻڌيون ويندڙيون هيون. جو تہ سندس مزاحيہ منطق پوئتان جا ڳالهہ لڪل هوندي هئي سا سمجھڻ لاءِ سيني کي پنهنجن ذهن تي زور ڏيڻو پوندو هو. هڪ دفعي تقرير ڪندي چيائين، "توهان جيڪو پاڪستان جو ٺهراءُ ١٩٤٠ع ۾ پاس ڪيو هو، اهو اسان سنڌي اڃ تائين پرواني طور ساڻ کنيو پيا هلون، پر ڪاٿي پير ڪپن تہ اهو پروانو ڪڏي ڏيکاريون!؟" ۽ پوءِ اهو مشهور قصو بيان ڪيائين، جو سنڌ ۽ پنجاب ٻنهي ۾ مشهور آهي تہ گدڙن کي وڏيري پنهنجي زمين ۾ چرڻ لاءِ پروانو ڏنو هو، پر ڪتي واري پونڪ تي گدڙ وٺي ڀڳا. سو ڪنهن جوان گدڙ پوڙهي گدڙ کي چيو تہ، "ابا، ڪتي کي وڏيري جو پروانو ڏيکاريو ها نہ!" پوڙهي گدڙ چيو تہ: "ابا، پير ڪپن تہ

پروانو ڏيڪاريانِ." سامهون ڪتو بہ اڻ پڙهيل ٿو ڏسجي! سو صاحبو! هن پوڙهي سيد کي چوان ٿو تہ هن اڻ پڙهيلن کي ١٩٤٠ع وارو پروانو تہ ڏيکار! پر چئي ٿو تہ: "سيئي اڻ پڙهيل آهن! ٻيو پير ڪپن تہ ڏيکاريان."

سو صاحب مون هن قصي جو ڪجهہ ٻئي نموني ۾ ذڪر ڪيو آهي، پر مطلب اهو ئي هو. هي لطيفو ١٩٥٧- ١٩٥٨ع ۾ اولهہ پاڪستان جي ڪارروائين ۾ پڙاڏو بڻجي گشت ڪندو رهيو.

ٻيو پيرڳڙي صاحب جو مزاحيہ قصو ١٩٤٨ع جو آهي، جو مرحوم عبدالحامد بدايونيءَ مون کي ١٩٥١ع ۾ جيل ۾ ٻڌايو هو. عبدالحامد بدايوني پاڪستان جي لاءِ "جهاد" ڪندڙ وڏن مولانائن مان هو. پر انتهائي ڪرو ۽ صاف گو ماڻهو هو. چوندو هو تہ، "مان جناح سان بہ ٺهيل هوس، پر سردار ولڀ ڀائي پٽيل سان بہ منهنجو Equation (ٺاهہ) هو. چيائين، "هڪ دعوت تي سنڌ هو، جنهن ۾ رئيس غلام مصطفيٰ پيرڳڙي بہ آيل هو. مون اتي وچي پيرڳڙي صاحب جو پاسو ورتو. گرهہ وات ۾ وجهندي پيرڳڙي صاحب کي چيم، "پيرڳڙي صاحب! توهانکي مڃڻو پوندو تہ جناح صاحب تمام وڏو ماڻهو آهي، اسان جي قوم جو عظيم ليڊر آهي."

پيرڳڙي صاحب مرڪندي وراڻيو، "ها مولانا! مڃيان ٿو، جناح صاحب تمام عظيم ليڊر آهي. پر هر ڪنهن ليڊر جي پنهنجي عظمت ٿيندي آهي! هندو هزار سالن تائين مظلوم ذليل ۽ خوار هئا. انهن کي پنهنجن پيرن تي بيهارڻ لاءِ خدا گانڌيءَ کي هڪڙو اهڙو عظيم اڳواڻ ڪري موڪليو. گانڌي عظيم هو جو ان هڪ ذليل ۽ خوار قوم کي آزاد ڪرايو." هن ڪان پوءِ مولانا کي ڄاڻ هئي تہ پيرڳڙي صاحب ڇا چوڻ وارو هو، سو پليٽ کڻي اتان اٿي ٻئي هنڌ وڃي ويٺو.

غلام مصطفيٰ پيرڳڙي دم ڪشيءَ جو دائمي مريض آهي. مان هن کي لاهور جي "فليٽي هوٽل" ۾ رت جا دٻا ٿوڪيندي ڏٺو آهي. پر واهہ جي هن شخص ۾ قوت حيات آهي! اڄ بہ هو زنده آهي ۽ جڏهن بہ ساڻس ملڻ ٿيو تہ هن جون اکيون هڪ مذاقي نوع ۾ چمڪي اٿنديون آهن ۽ ياد ڏياريديون آهن تہ ڪي ماڻهومرڻا ناهن.

١٩٥٧ع ۾ پيرڳڙي صاحب هڪ تجويز پيش ڪئي تہ "نيئن سنڌ"

اخبار کي هلائڻ لاءِ جنهن رقم جي ضرورت آهي، ان لاءِ چين سان واپار ڪرڻ لاءِ هڪ ڪمپني ٺاهجي. پيرپڳڙي صاحب نہ صرف ڍگهڙي ۾ جيمس آباد تعلقن جي وڏن زميندارن مان هو پر هن وٽ هڪ عدد ڪاٽن فيڪٽري، ڪپهہ ڇاٽڻ جي فيڪٽري بہ هئي ۽ ڪراچيءَ ۾ هڪ وڏي آفيس سندس واپاري سرگرمين لاءِ پڻ هئي، جيڪا موجوده اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي سامهون واري ڪمرشل بلڊنگ هوندي هئي.

مرحوم انيس هاشميءَ چيني ٽريڊ ڪائونسلر سان ڳالهہ ڪئي تہ سنڌ جا ڪجهہ ڪپهہ جا واپاري ساٽن ڪپهہ جو واپار ڪرڻ ٿا چاهين پر چين وارن چيو تہ اسان پاڪستان جي مخالفت ڪندڙ سياسي شخصيتن سان واسطو نہ ٿا رکي سگهون ڇو تہ جيڪي بہ پاڪستاني اسان سان واپار ۾ ڏيندڙ ٺندڙ آهن، اهي سرڪار طرفان منظور ٿيل آهن. سو پيرپڳڙي صاحب جي اها اسڪيم اتي ئي رهجي وئي. هونئن رئيس غلام مصطفيٰ پيرپڳڙي اسانجي سمورين سياسي، سماجي تحريڪن لاءِ دل کولي خرچ ڪندو هو ۽ اها "نئين سنڌ" پريس ۽ اخبار بہ سندس، جي ايم سيد ۽ سيد حسين بخش شاهہ وارن جي پئسن مان ئي ورتل هئي.

حيدر بخش جتوئيءَ کي ون يونٽ خلاف ۽ سنڌ سان ناانصافين متعلق ڪتابڙا ڇپائڻ ۾ پڻ پيرپڳڙي صاحب گهڻو هٿ ونڊايو هو. رئيس غلام مصطفيٰ پيرپڳڙي هڪ سخي، دسترخوان جو ڪشادو، ڪس ڪائڻ وارو سياسي ۽ سماجي اڳواڻ رهيو آهي، جنهن وڏو زميندار هوندي بہ هميشہ هارين جي حقن جي تائيد ڪئي آهي.

# گُلي سدارنگاڻي

"پيءُ جا ڌيءُ ڏانهن خط" جواهر لعل نهروءَ جي انهن خطن جو مجموعو آهي، جيڪي هن پنهنجي اسڪول ويندڙ ڌيءُ اندرا گانڌيءَ کي تاريخ ۾ انسان جي ارتقا سمجهائڻ لاءِ لکيا هئا. اهو ڪتاب "Letters from a father to a daughter" جي نالي سان ڇپيو هو ۽ سنڌيءَ ۾ ان جو ترجمو گلي ڪرپالاڻي ڪيو هو. گلي شاديءَ کانپوءِ سدا رنگاڻي جي نالي سان مشهور ٿي. جو ته سندس گهوٽ رام سدارنگاڻي هڪڙو چڱو چوکو وڪيل ۽ سوشلسٽ خيالن جو همراه هو.

گلي سدارنگاڻي هڪ عامل خاندان مان هئي. سندس پيءُ رام ڪرشن هڪ رٽائرڊ انجنيئر هو ۽ سندس ياءُ ڪرشن ڪرپالاڻي ٽئگور جي ڏوهٽي مشهور ڊانسر نينديتا جو گهوٽ، سياست جو استاد ۽ "وشوا ڀارتي ڪوارٽرلي" جو زندگيءَ ڀر ايڊيٽر رهيو ۽ تي سال اڳ تائين، (جڏهن سندس موت واقع ٿيو) هُو "Book Trust of India" جو چيئرمين هو. پاڪستان بڪ فائونڊيشن پڻ ان ٽرسٽ جي لائين تي ٺهيل آهي.

گلي ١٩٨٦ع ۾ پانڊيچري ۾ اربندو گهوش جي آشرم ۾ سنياس وٺڻ لاءِ وڃي رهي هئي ته سندس مرتيو ٿيو. جيستائين گلي ڪراچيءَ ۾ هئي

تيستائين منهنجو وتس ۱۹۴۱ع کان وٺي ۱۹۴۸ع تائين اچڻ وڃڻ هو. ڇو ته سندس گهوٽ جي سٺي لائبريري مون کي ڪشش ڪندي رهندي هئي. مان اڪثر شام جي ماني به پنهنجي ڪميون (Commune) ۾ کائڻ بجاءِ وٽن کائيندو هوس. پر مان ڪميونسٽ ۽ رام سوشلسٽ هو. رام ۱۹۴۲ع جي ڪئٽ انڊيا تحريڪ ۾ حصو ورتو هو پرڪميونسٽ ان کان الڳ رهيا هئا. مان ۽ رام ٻئي گڏ جيل ۾ ساٿي به رهي چڪا هئاسون، پر هن جي ٽوڪ بازي ڪميونسٽن خلاف جاري رهندي هئي ۽ مان وري ڪيس ترڪي به ترڪي جواب ٺهڪائيندو رهندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن ته ٻانهون ڪنجي، ماني ڇڏي، وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويندا هئاسون ۽ وچ ۾ ويچاري گل (Buffer) وچ ڪٽيو جو ڪم ڏيندي هئي. هو، ڪمنجي اولاد واري ڪونه هئي، تنهنڪري منهنجي حفاظت؛ جيئن ماءُ بالغ ٻـ کي ڪاوڙيل پيءُ کان بچائڻ لاءِ ڪندي آهي، اهڙيءَ طرح ڪندي هئي.

هڪ دفعي جي ڳالهه ته بئريسٽر K.R. F. Khilnani کيمو کلناڻيءَ جي ڳالهه پئي هلي، جيڪو هڙان وڙان اسان جي تنظيمن جي حمايت ڪندو هو. رام ڪاوڙ ۾ کلناڻيءَ لاءِ چيو ته هو هڪ Brief less lawyer معنيٰ نمڪٽو وڪيل آهي. مون ڪاوڙ ۾ کلناڻيءَ جي تعريف ڪئي ته "هو گهٽ ۾ گهٽ ٽوڪان وڏيڪ ڪارائتو ڪم ڪري رهيو آهي. ڪيس ڪونه اٿس ته به اسان جي تحريڪ جي مدد ته ڪري پيو." ان تي رام کي ڏاڍي خار لڳي ۽ ڳليءَ وچ ۾ پئي ٿصي کي ٿاريو.

ٻئي ٽئين ڏينهن مان حسبِ معمول ڪچهريءَ لاءِ ڳليءَ وٽ پهتس ۽ ماني کائي رهيو هوس ته رام ٽوڙٽو هنيو ته، "ڪامريڊ بخاري هڪ ننڍڙيءَ اسٽيشن جو اسٽيشن ماسٽر آهي. جتي ڪڏهن ڪڏهن ڪو مسافر لهندو آهي، سو به جلدي روانو ٿي ويندو آهي. وري چيائين، "توهانجي ڪميونسٽ پارٽي به هڪڙو ننڍڙو مسافر خانو آهي، جنهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪو مهمان ڀلي ٽِڪي اچي نڪرندو آهي ۽ وري جلدي روانو ٿي ويندو آهي."

هن هي سڀ مون کي پسرائڻ لاءِ پئي چيو. يا ته منهنجي جوانيءَ تي رحم پئي آيس، يا ڪميونسٽ پارٽيءَ تي پنهنجي ڪاوڙ ڇنڊڻ پئي چاهيائين. مون ڪيس چئلينج ڪنديٰ چيو ته، "اسين ڪميونسٽ وري به تو جهڙي

نڪمي سوشلسٽ کان بهتر آهيون. تون تہ (بورجوا) سوشلسٽ آهين!"
همراه ڪاوڙ ۾ اٿي بيٺو ۽ چيائين تہ، "منهنجي ئي گهر ۾ منهنجي بيعزتي ٿو ڪرين. نڪر منهنجي گهر مان!!" ان وچ ۾ گلي اٿي بيهي رهي ۽ چيائين تہ : "سوڀو منهنجو مهمان آهي، منهنجي گهر ۾ بہ آهي. هو تو وٽ ڪونہ ٿواچي رام ڪجهہ ٿڌو ٿيءُ....."

۽ اهڙي طرح جهيڙو ٽري ويو.

گلي نہ سوشلسٽ هئي نہ ڪميونسٽ. پر هوءَ ڪيترن ئي سياسي چڱن ڀلن سان واقفيت رکندي هئي ۽ سياسي متن مائٽن هئڻ ڪري سياست سان وڏي دلچسپي رکندڙ هئي. ١٩٤٢ع ۾ ڇوڪرين جو وڏو جٿو وٺي جيل ۾ ڇهہ مهينا گذاري آئي هئي. ڏاڍي پڙهيل عورت هئي.

هن جو آخري لکليل ڪتاب "انقلاب" آهي، جو شايد ١٩٧٢ع ۾ ڇپيو آهي ۽ ان ۾ هن انقلاب لاءِ هڪ نئون طريقو ٻڌايو آهي، جو آهي تہ "بنا تشدد" جي انقلاب ڪيئن ايندو."

هاڻي ياد ٿو پويم تہ هن هڪ ڪتاب ١٩٤٦ع ۾ بہ "اتحاد" جي نالي سان لکيو هو، جنهن ۾ هن هندن ۽ مسلمانن وچ ۾ شادين لاءِ تجويز ڏني هئي ۽ اهڙن قدمن کي ساراهيو هو، جنهن تي خاصو تڪرار سندس عامل ڪميونٽي طرفان شروع ٿي ويو. ڪي ماڻهو ڪيسن برو پلو بہ ڇوڙ لڳا هئا.

گليءَ کي سندس ڀاءُ ڪرشن ڪرپالاڻي ڏاڍي محبت ۽ عزت سان ڏسندو هو. ڇو تہ رام سدار نگاڻيءَ جي گذاري وڃڻ ڪانپوءِ گلي خاص اڪيلائي محسوس پئي ڪئي.

زماني جا رنگ آهن، جن برِ صغير جي آزاديءَ لاءِ جيل ۾ عقوبتون سٺيون ۽ اتحاد لاءِ آواز اٿاريندي خود پنهنجن جا وين ٻڌا، سي هتان جلاوطن ٿي ويا ۽ گلي بہ انهن جلاوطنن مان هڪ هئي.

# لالا بشير

گھٽو اڳ نيوٽ هيمسن (Knut Hamsun) ناروي جي نوبل پرائز ونر اديب جو ڪتاب "بک" Hunger پڙهيو هئم (هي ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل آهي) جنهن ۾ هڪ رولاڪ شاگرد اخبارنويس جي ڪهاڻي آهي جنهن جو ڪو ٿرٽانءُ ڪونهي. اڄ هت، سڀاڻ هتي. ڳر ڪڏهن ڪونہ ڪندو آهي، پر بکيو بہ ڪڏهن ڪونہ رهندو آهي. ڪڏهن ڪيسا پُر اٿس، ڪڏهن خالي. پر هميشہ هلندو آهي. اهڙو هڪ ڪردار شرت چندر جو "شريڪانت" آهي جو امير تہ ڪڏهن نہ ٿِئي سگھيو. پر ان کي غريب بہ نہ چئي سگھبو.

اهڙو ئي هڪ ڪردار اسان جي ڳوٺ ۾ رمضان نالي بہ هيو، جنهن کي مون "پاڇوڪڙ" جي شڪل ۾ پيش ڪيو آهي. اهڙوئي ڪردار جيئرو جاڳندو "لالو بشير" اوهان جي آڏو آهي. لالو بشير هڪ فوجي ڪرنل رشيد جو پٽ ۽ برن هال Burnhall (فوجي آفيسرن جي ٻارن لاءِ اسڪول) جو تعليم يافتہ ۽ سنڌ جي هر ننڍي وڏي ماڻهوءَ جو چاڻو، يار ۽ هر وڏي ماڻهوءَ کان پڇندڙ آهي. پيءُ هوس پٺاڻ، ماءُ پنجابي، ڏاڏي رند بلوچ. چوندو آهي تہ ننڍي هوندي امان سان ضد ڪندو هوس تہ ڪاوڙ مان چوندي هئي تہ گڏهہ وارو هٿ اٿئي، ڇو جو ڪافرياڻي جي ٿڄ پيتي اٿئي. بشير کي قادياني،

مسلمان، واڻيا، اوڏ، مارفاڻي، چولياڻي، چور چڪار، لوفر، صوفي ۽ سڄي ملڪ جا لفنگا سڃاڻن. هو پاڻ رول آهي پر لفنگو ناهي. بري عادت شراب بيڙيءَ جي ڪائي ڪانهِ اٿس. وٺڻ جو بہ ڏاڍو مڙس ڏيڻ جو بہ سخي. تازو ئي مون وٽ آيو. منهنجي هڪڙي نڍڙڪي اصيل ڪي پنهنجو اڍائي سؤ ۾ ورتل ڇهو- بوٽ لاهي ڏنائين، چيائين: مون ڪي سوڙهو آهي- ۽ پاڻ پراڻو ربڙ وارو بوٽ پايون روانو ٿي ويو.

پهريائين ممتاز جعفري (لاڙڪاڻہ جو قابل پراڻو وڪيل) جو شاگرد هيو. جي دل لائي وڪالت ڪري ها تہ تمام سٺو ڪمائيندڙ وڪيل ٿئي ها پر هن کي پير ۾ چڪر آهي. ان ڪري نہ هڪ هنڌ رهي نہ ڪو مستقل ڌنڌو ڪري. انگريزي تمام سٺي ڳالهائيندو آهي ۽ سٺو لٽريچر پڙهيو اٿس. پر ويهي ڪٿي ٽِڪ ٽاڻءَ ڪندو تنهن لاءِ ڪجهہ چوڻ مشڪل آهي. لاڙڪاڻي جي مهراڻ هوٽل ۾ هڪ ڪمرو سندس پڪي ائڊريس آهي. هن جي ڪائي مستقل رهائش نہ آهي. البتہ هفتي ٻن کان پوءِ ڦيرو ڏئي لاڙڪاڻي وارهہ ضرور ايندو آهي ۽ حقيقت ۾ جيڪڏهن هن جو گهر ڪو ٿي سگهي ٿو تہ وارهہ آهي، ان تر جا ڪيترائي شاگرد وٽس انگريزي سکيا آهن جي ڪيس ويلو بہ ڪارائي اڳتي ڪري ڇڏيندا آهن. ماني گهرجي وٽيس پر گهر ڪندو ڪونہ. گهرڪرڻ لاءِ جنهن مستقل مزاجيءَ جي ضرورت هوندي آهي، سا هن يار ۾ آهي ڪانہ. پنجويهہ سالن کان پوءِ اوچتو ئي سندس والده ۽ ڀينرن کيس اچي مهراڻ هوٽل معرفت واره ۾ ڳولهي لڌو. ساڻن گڏجي پشاور، ايبٽ آباد ويو. واعدو ڪيائين تہ اتي سيٽ ٿي ويندس. پر ٻن ٽن مهينن ۾ واپس آچي ويو! پشاور ۾ هڪڙي وڏي وڪيل سان گڏجي ڪم بہ ڪيائين. ”فرنٽيئر پوسٽ“ جي پشاور بيورو لاءِ درخواست ڏئي، نڪاءُ اچي ڪراچيءَ ڪيائين. هوائي جهاز جي ٽڪيٽ ڪنهن دوست کان، ريل جو ڀاڙو ڪنهن ايس. ايس. پيءَ کان، واٽ خرچ ڪنهن ٽرڪ ڊرائيورڪان، بشير هر حال ۾ خوش خرم ۽ هشاش بشاش ملندو. پر وقتي وقتي مالڪ کان جدا ٿيل ٻل ڏاگ وانگر يتيم ۽ ڏٻرو بہ ٿي ويندو آهي.

۱۹۷۳ -۷۴ع کان ٻڌندا اچون تہ سعودي عرب ٿو وڃي پر آهي اتي ئي ملڪ جي اندر، ڪٿي نہ ڪٿي. پوليس ۾ نوڪري ملي هيس تہ ۱۹۷۱ع ۾

پوليس ۾ بغاوت ڪرايائين. جنهن ڪري ڪيس استيفا ڏيئي پيئي ۽ پوءِ ٻه ٽي ڏينهن جيل ۾ گهمائي آيو آهي. اهو گهر ۾ ڏسي آيو آهي.

تازو ئي سپريوٽ روڊ بلڊنگ ڪمپنيءَ ۾ نوڪري مليس ته ٽي مهينا خضدار واري علائقي ۾ ان ڪمپنيءَ جو ملازم رهي، اسٽرائيڪ ڪرايائين ۽ هيومن رائيٽس جا ڪيس ڪمپنيءَ مٿان سپريم ڪورٽ ۽ بلوچستان هاءِ ڪورٽ ۾ تارن رستي داخل ڪرايائين. مزدورن جو پلو ٿي ويو پر سندس نوڪري ڇٽ! اسان سڀئي يار دوست خوش ٿيندا آهيون ته بشير برسرِ روزگار ٿي ويو آهي، پر هو نوڪري حاصل ڪرڻ ۾ به هوشيار آهي ته وڃائڻ ۾ به هوشيار. مصلحت سکيو ئي ڪونه. پوليس ۽ ملٽريءَ ۾ سوين يار اٿس ۽ اڪثر آفيسر طبقي ۾- پر ڪوبه هن کي گهٽي وقت لاءِ پاڻ وٽ جهلي، رکي يا پالي نه سگهندو آهي! ڪيترا دوست موٽکي چوندا آهن ته منهنجي مٿان فوجي جاسوس آهي.

پر مون وٽ لڪائڻ لاءِ آهي ڇا؟ جنهن لاءِ هيڏو قابل ۽ هوشيار ماڻهو رکيو وڃي! هن کي جي حوالدار جي ڊيوٽي ڏيو ته اها به سٺي ڪندو ۽ جي ڪرنل جي ڊيوٽيءَ تي لڳايوس ته به ڪجهه وقت لاءِ پلي ڪندو. پر طبقاتي شعور يا اوچ نيچ واري وڏائي هن ۾ ڪانهي ۽ خوددار ۽ خود سر ايڏو آهي جو جهيڙو ڪندي يا ٻوڙ هاريندي ويرم ئي نه ڪندو. ڪيترائي دفعا مار کائيندي بچيو آهي ته ڪئين دفعا وڏن وڏن تي هٿ سڌو ڪيو اٿس. ڏاڙيلن جو طبيعتن ويري- ۽ ڪڏهن ڪڏهن خوف ٿيندو آهي ته ڪٿي پنيءَ ۾ گولي نه هڻي ڪيندس- عمر جو ۴٦ ورهين جو آهي پر هلڪي ڏاڙهي ڇڏڻ سبب وقت کان اڳ پوڙهو پيو لڳي. صبح جو پنجين بجي رستي تي ڊوڙندو آهي، نه ڪتي جو خوف، نه ماڻهوءَ جو. سندس دوستي اوڏن، چانڊين ۽ مڱسين سان گهٽي آهي، ڇو ته ڏري گهٽ پليو ئي انهن ۾ آهي. منهنجي دل چاهيندي آهي ته جيڪر بشير ڪٿي گهر ٺاهي، روزگار ڪري ته ڪو هڪ اڌ ڏينهن اسان به سندس پٽن پوٽن سان گذاري اچون. ڇو ته هو اسان جي ننڍڙن ٻارڙن سان ائين رلي ملي ويندو آهي جو حيرت ٿيندي آهي! سندس ٽيليفون سنڌ جي يا پاڪستان جي ڪنهن به شهر مان صبح جي پهر ۾ ملندي آهي ۽ صبح جو ساڍي پنجين يا ڇهين جي وچ ۾ ٽيليفون تي پڇندو "بالو" منهنجي پوٽي جو

پيار جو نالو آهي. Hellow! Ustad, How are you, and how is Ballo ٽيليفون
جو خرچ هميشہ سرڪاري هوندو آهي. پاڻ خرچ ڪڏهن ڪونہ ڪري.
ڪڏهن سندس آواز ايبٽ آباد، ڪڏهن لاهور، ڪڏهن خيرپور، ڪڏهن
ڪراچي، ڪڏهن ٽنڊوآدم، ڪڏهن ڪنڊڪوٽ ۽ ڪڏهن واڙهہ مان ٻڌڻ ۾
ايندو. يار هن جا رستم، غفار ۽ سوڀيو! مهراڻ هوٽل جي پٽي تي هن جي خط
و ڪتابت ٿيندي آهي. گهرندي شرم نہ ڪندو ڏيندي بخل نہ ڪندو، هڪ
سنو سوئيٽر ڏنومانس تہ اهو ڪنهن سرديءَ ستيل ڪي ڏئي آيو. نئون وڳو
ڏنومانس، چو تہ قد ڪاٺ جا هڪ جيترا آهيون، تہ ٻئي دفعي اهو ڪٽي
وساري آيو. ڪپڙا لٽا، عينڪ، واچ، بوٽ هميشہ ڪيس سنا ملندا آهن پر
بچندو وٽس ڪجهہ بہ ناهي. هو اسان جي پراڻن قلندرن وانگر هميشہ سائو
پر ٿڏي هينان ڪجهہ بہ نہ بچائيندو آهي. سؤ آيا بہ سؤ ويا، هزار آيو بہ
هزار ويا، ليڪو ڪڏهن برابر نہ ٿيندو جيستائين لالو بشير پير ڪوڙي ڪو
مستقل ڏنڊو نہ ڪندو. نوڪريءَ جي ويل اچا اٿس پر جتي هوندو اتي بہ
ڦٻي ڪابہ نوڪري نہ ڪندو. نوڪري حاصل ڪرڻ ۽ ان ۾ ڦٻڻ لاءِ ضروري
آهي تہ ان ڪي ڇهٽي پئجي. جا ڳالهہ لالو ڪندو ڪونہ. سو پاڻئجي ٿوتہ لالو
مستقل سفر ۾ رهندو ۽ شل ڪٽي ويهي ساهي پٽي. چو تہ هو پاڻ ڪي مارائڻ
يا تباهہ ڪرڻ لاءِ پنهنجي طرفان ڪابہ گهٽتائي ڪونہ تو ڪري.

# سلطان ڊرائيور

پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ سنڌ اسيمبليءَ جي پهرين عام چونڊ ٿي رهي هئي، اميد اها هئي ته اليڪشن فيئر Fair ٿيندي. مونوارو تڪ جداگانه ووٽن جي بنياد تي لاڙڪاڻو دادو، نوابشاهه، سانگهڙ ضلعن جا هندو ۽ شيڊول ڪاسٽ ووٽر هئا. هيءَ اليڪشن ٻن قسطن ۾ ڪرٽي هئي. آڪٽوبر- نومبر ۾ لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعي جا ووٽ ٿيڻا ها ۽ مهيني ڪان پوءِ درياهه جي هن پار نومبر- ڊسمبر ۾ نوابشاهه ۽ سانگهڙ ضلعي جا. هيءَ اليڪشن گهڻن نقطن ڪان تمام اهم اليڪشن هئي، اليڪشن ڪرائڻ لاءِ سنڌ ۾ اليڪشن ڪمشنر سيد هاشم رضا هو ۽ هن اليڪشن فيئر Fair ڪرائڻ لاءِ وسان ڪونه گهٽايو.

هي پهريون دفعو هو جو اسان هڪ ته ٽري اتحاد جي بنياد تي اليڪشن لڙي رهيا هئاسون، جنهن ۾ جي. ايم. سيد جي متحده محاذ، پاڪستان پيپلز آرگنائزيشن، هاري ڪميٽي ۽ ڪميونسٽ پارٽي گڏجي اليڪشن لڙي رهيا هئاسون. ٻيو اهم نقطو اهو هو ته منهنجي Support ۾ D.S.F (ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن) هاري ورڪر ۽ پراڻا ڪانگريسي ڪارڪن ۽ ٻيا ترقي پسند ورڪر انتهائي ڪوشش ڪري رهيا

هئا تہ مان چوندبجي وچان. حيرت ٿي اچيم تہ ١٩٥٣ع ۾ جن (Forces) قوتن مون کي چوندائڻ لاءِ سر توڙ ڪوشش ڪئي، اهي ساڳيا ئي عنصر هئا جن وري ١٩٨٨ع ۾ مون کي چوندرائڻ لاءِ زور لاتو ۽ پنهنجي هڙان وڙان خرچ ڪري بلڪل عامي طريقي سان اليڪشن لڙي. ١٩٨٨ع ۾ مون اليڪشن ڪٽي ۽ اهڙو اعلان ٿي. وي تان بہ ٿي ويو. اها الڳ ڳالهہ آهي تہ هڪ سازش ذريعي مون کي قومي اسيمبليءَ ۾ پهچڻ کان روڪيو ويو.

اچوڪي ڪالم ۾ مان هڪ اهڙي شخص کي ياد ڪرڻ چاهيان ٿو جو مونءَ تہ هڪ بلڪل معمولي ڊرائيور هو پر منهنجي اليڪشن مهم ۾ هن هڪ اهم ڪردار نڀايو ۽ پوءِ ١٩٥٣ع کان وٺي ٦٥- ١٩٦٤ع تائين هو اسان جي خاندان جو هڪ اهم رڪن ٿي ويو. ٿيو هيئن جو مان اليڪشن لڙڻ لاءِ ڪراچيءَ مان هڪ برٽش لئنڊ روور British land Rover جيپ ستن هزارن ۾ خريد ڪئي، جا ١٩٤٧ع جو ماڊل هئي ۽ ان کي هلائڻ لاءِ ١٩٥٣ع ۾ ظاهر آهي تہ هڪ قابل ڊرائيور جي ضرورت هئي، لينڊ روور جيپ هڪ مضبوط گاڏي آهي پر ڇهن سالن جي چلت ڦرت ڪانپوءِ ان جي انجڻ ويئل هئي ۽ ان کي صرف ڪوئي ماهر ئي هلائي سگهيو پئي. شوڪت علي CPWD جو انجنيئر ۽ ڪامريڊ ڪي. ايم. اشرف جي ننڍي ڀاءُ ڪيُ ياد آيو تہ هن مخصوص گاڏيءَ کي هلائڻ لاءِ هڪ مخصوص ڊرائيور ”سلطان“ ڪارگر ٿيندو. تنهن ڪري سلطان کي گهرائي چيائين. سلطان ڪانئس پڇيو تہ هو ڪنهن جي لئہ گهربل هو. جواب ۾ شوڪت علي کيس ٻڌايو ”ڪامريڊ سوڀو! جيڪو ڪميونسٽ پارٽيءَ طرفان اميدوار آهي.“ سلطان سنڌ جي برن ٿرن ۾ گاڏي هلائڻ لاءِ تيار ٿي ويو ۽ پوءِ هن پنهنجي دوستي ۽ وفاداري تہ صرف منهنجي Cause ۽ ذات لاءِ صرف ڪئي پر اسان جي پوري خاندان لاءِ هو جيپ ڊرائيور ۽ ڊيزل انجن ڊرائيور بڻي ٻنجي تقريبن ڏهہ ٻارهن سال زندگيءَ جا صرف ڪيا ۽ آخر هڪ سٺو زراعت جو ڄاڻو بہ ٿي ويو.

گاڏي ڪاهي لاڙڪاڻي پهتاسون تہ گاڏيءَ جي انجڻ ٺپ ٿي وئي. انجنيئر شوڪت ساڻ آيو هو ۽ سنڌس واقف لاڙڪاڻي پاور هائوس جو انجنئير هو جنهن کيس ٽن ڏينهن اندر گاڏي مرمت ڪرائي تيارڪرائي ڏني. تنهن کان پوءِ اليڪشن هئي ۽ گاڏي هئي ۽ سلطان هو! ياد رهي تہ ان زماني

۾ لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعي جا سمورا رستا ڪچا هئا ۽ جيڏانهن ويندا هئاسون تہ سيجاڻڻ ۾ مشڪل اچبو هو، ڊوڙ ايتري پوندي هئي جو ڪنهن شهر ۾ پهچڻ ڪانپوءِ سلطان وجي گاڏي کي صاف ڪرڻ لڳندو هو تہ اسان وري پنهنجي ووٽرن سان، شهرن ۽ ڳوٺن جي مُکين سان گڏجي ايندا هئاسون. سلطان جي مهارت ڏسي پڇومانس تہ هو ڪڏهن کان ڊرائيور هو؟ چيائين "پهرين جنگ عظيم جي خاتمي وقت مان ڏهين ٻارهين سالن جو سيڪڙاٽ ڊرائيور هئس" ۽ پهريون گاڏيون جيڪي هن هلايون هيون سي دهلي، ڪالڪا ۽ شملا واري سيڪشن تي هلايون هئائين جيڪي اڪثر فورڊ يا شيورليٽ ماڊل هيون. هن جو چوڻ هو تہ گاڏيءَ ۾ پيٽرول هجي تہ باقي هر شيءِ کان سواءِ ان کي هلائي سگهجي ٿو. ٻڌايائين تہ شروعاتي دؤر ۾ وقتي ٽائر ڦاٽي پوندو هوتہ پلال جا تنوڙ ۽ ٿلها رسا ويل ۾ ويڙهي بہ هن ڪم ٽپايو هو. ٻارهو ئي دم جو مريض هو. "ڪاڊينال" گوريون ساڻ هونديون هئس ۽ چوويهہ ئي ڪلاڪ ڊيوٽيءَ لاءِ تيار. اليڪشن جا ڏينهن ياد اٿم تہ ٢٧ چٺا لينڊ روور ۾ سٽي پولنگ اسٽيشن تي پهچائيندو رهيو. اڳين سيٽن تي چار چٺا ۽ پوئين گاڏيءَ ۾ تقريبن پندرهن کانپ ٢٠ چٺا اڳيان ۽ مدگارڊن ۽ بانيٽ جي مٿان تي چار چٺا ويهاريندو. ڪ دي، جو بہ ڪمال هو، پر وڏو ڪمال ڊرائيور سلطان جو هو. اليڪشن پوري ٿين ڪانپوءِ بہ ٽي هفتا پنهنجي مائٽن سان ملڻ لاءِ راولپنڊيءَ جي ڪنهن ڳوٺ ويو ۽ پوءِ هو اچي اسان جي سارين چڙڻ ۽ اتي پيهڻ جي نئين لڳل ڪارخاني تي ڊرائيور ۽ مستري Driver-cum- Mistri بڻيو. اسان جي ڪيترن ڇوڪرن کي ڊرائيونگ سيکاريائين ۽ انهن کي ڪاريگر ۽ مستري بڻايائين. لاڙڪاڻي جا ڪيترا ڊرائيور ۽ مستري، مستري لطيف، مستري جيرو بہ ڊرائيور سلطان جا تربيت يافتہ آهن. جنهن وقت هو اسان وٽان موڪلائي پنڊيءَ بيمار حالت ۾ ويو تہ هن جي عمر لڳ ڀڳ ٦٠- ٦٥ سال هئي ۽ هو اتي گذاري ويو، اسان جي خاندان جي ماڻهن لاءِ بيحد محبت هوندي بہ جيڪڏهن ڪا ڳالهہ گهٽ وڌ ٿيندي ڏسندو هو تہ خلاصائيءَ ۾ انتهائي فينستائيءَ سان ڇٽي ڇڏيندو هو. ان زماني جي پنجابين وانگر اها لاف نہ هڻندو هو تہ سنڌي سڀ بيوقوف آهن ۽ هر سٺي شيءِ پنجاب ۾ آهي. هو نہ صرف قؤل پر فعل ۾ بہ اوائلي بين الاقوامي ۽ پرولتاري

برادريءَ جو فرد هو. هن ۾ ڊرائيور طبقي لاءِ انتهائي همدردي ۽ محبت هئي ۽ اقرارت منجهه رات، ڪٿي به ڪا گاڏي يا ڊرائيور بيٺل ڏسندو هو ته گاڏي روڪي سندس مدد ڪندو هو. ان زماني ۾ ڏاڙيل نه سهي، پر چور چڪار گهڻي ئي هئا. ۽ مالڪن جي جهلڻ جي باوجود به هو بيهي ڊرائيور برادريءَ جي ناتي سان پنهنجو ناتو نڀائيندو هو.

آخري سالن ۾ اوچتو ئي اوچتو هن ڪيءَ پڙلاءَ پوندا هئا ته ڪي غيبي قوتون ڪيس سڏي رهيون آهن. هن ان ڳالهه جو ذڪر مونسان ڪيو، مون ڪيس چيو ته اهي ٻڏاپي جا وهم آهن، پر هو پوءِ به ميلن جا ميل ڪيڏانهن نڪري هليو ويندو هو ۽ موٽڻ تي ڏاڍو پريشان لڳندو هو.

سلطان پنهنجي مرڻ کان اڳ ”شيام“ کي ڊرائيونگ سيکاري ۽ پنهنجو پٽ به مستري ۽ ڊرائيور ڪري اسانکي ڏئي ويو پر اهو اسان وٽ جالي نه سگهيو ۽ نيٺ وڃي ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽر خورشيد سعيد جي پاءِ وٽ ملازم بيٺو.

ڊرائيور پنهنجي وفاداري اڪثر ڪونه متائيندا آهن ۽ سلطان جڳي به اها خاصيت هئي ته هو نه صرف ڊرائيور هو پر محافظ، ساٿي ۽ گهري همدردي رکندڙ انسان هو، جنهن کي اڄ به پراڻي زماني جا ماڻهو تحسين سان ياد ڪندا آهن.

جڏهن روور Rover جيپ جا پرزا ملڻ ئي ناممڪن ٿي پيا، تڏهن به سلطان جيپ کي چالو رکيو، جيستائين اها وڪٽي اسان ١٩٦٩ع ۾ ڀيو ڪتارو ”وليز جيپ“ (Willy's Jeep) ورتي، مشهور ٿي ويو هو ته ”ڪيولرام جي جيپ، عثمانيءَ جو ٽريڪٽر، نانڪ جي سائيڪل ۽ پائيءَ جي هرمن پمپ جو ملڻ هڪ معجزو آهي!“ يا اهو ته ”ڪيولرام جي جيپ هلائڻ جو معجزو سلطان کان ئي ٿي پئي سگهيو.“ گاڏيون ته مٽ سٽ ڪري نيون وٺي سگهجن ٿيون پر سلطان جهڙو همه گير شخصيت وارو ڊرائيور ۽ انسان ملڻ مشڪل آهي!

# پيڪر نقوي

نقوي (شبير حسين) سان منهنجي پهرين ملاقات سکر ۾ آڪٽوبر ۱۹۵۲ع ۾ (مرحوم) شمس الدين شاهہ جي گهر ۾ هڪ اسٽڊي سرڪل دوران ٿي. معلوم ٿيو تہ همراهہ خيرپور ۾ هڪڙو امڙوپارٽي يونٽ ڪڙو ڪيو آهي، جنهن ۾ پورهيت ۽ پڙهيل سڀ شامل هئا ۽ اهي هاري، مزدور، شاگرد ۽ ادبي فرنٽ جا ليکاري، ٽريڊ يونين ورڪر خيرپور ۽ گمبٽ جي ٽيڪسٽائيل ملن اندر ڪم ڪري رهيا هئا. خيرپور جو يونٽ ڏاڍو سرگرم هيو.

شوقُ ٿيو تہ پيڪر نقويءَ جو گهر ڏسي اچان. ڏٺم تہ هڪ ڪمري جو گهر جنهن جي اڳين پٽ ڪانہ هئي ۽ پردي لاءِ هڪ ڪٽ ايپي هئي، جنهن مٿان هڪ ڪپڙو رکيل هو، ۽ ان ننڍڙي گهر ۾ "پيڪر" جا اڌ درجن ٻار ۽ گهر واري سڀ هئا. مونکي خيال آيو تہ اهڙ اماڻهو ورلي ملندا جي پاڻ بي وطن، بي گهر ۽ بي روزگار هجن، پر انقلاب جي شوق ۾ ايڏو وقت ۽ قرباني ڏيندا هجن. پيڪر جي مثال تي عمل ڪندي ڪيترائي پيڪر پوءِ نڪتا. سائين عزيز الله،محمد علي ملباري، رشيد ملباري، ابراهيم ملباري جهڙا سئو فيصد انقلابي اسانجي تحريڪ ۾ سون جي حساب سان هيا ۽ اجان بہ ڪي ڏورين

پيا، ڪي قيدن ۾ مارجي ويا، ڪن کي بيماريءَ نهوڙي نيو، ڪي ڪينسر جو بک ٿي ويا ۽ ڪي وقت جي بي وفائيءَ سبب منهن موڙي ويا. هر دفعي جڏهن بہ ڪاڄيءَ ڏر تي حملو ٿيو. تہ هي سيئي يار ڏر جي، پڪڙجي ايندا هئا. وري جڏهن ٿوري دير ملندي هئي تہ همراهہ وري ٻاهر، ساڳيا لاٿون ساڳيا چڱهہ.

”لال جهنڊا هئي هماري هاٿ ۾!
چلتي هين ڏراتي هوئي.“

١٩٥٨ع ۾ پيڪر نقوي ۽ پنهنجي ڪيترن ئي ساٿين سميت ايوب خان جي تختہ پلٽ، نام نهاد انقلاب وقت گرفتار ٿي ويو ۽ اٽڪل ڏهہ يارهن مهينا سکر جيل ۾ گذارڻ ڪانپوءِ لاهور قلعي جي ”زيارت“ تي پهچايو ويو، جتان ڇتي روهڙيءَ لٿو تہ اسان پوليس جي جٿي سان حيدرآباد جيل مان لاهور قلعي ڏانهن وڃي رهيا هئاسون تہ اتي مڪا مليو ٿيو. پاسيرو ڪري چيائين تہ گهٽي پيچا اوير پاڪستان سان لاڳاپن جي سلسلي ۾ ۽ روسي چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جي لاڳاپن متعلق ڪئي اٿئون. چيائين تہ دٻاءَ ۽ ڏونس ڏاڍي ٿا ڪن پر ڏڪ بجو ڪونہ. اهي اِڳوات چتاءَ منهنجي پنهنجي لاهور جي قلعي واري امتحان لاءِ خاصا ڪارآمد هئا.

تنهن کان پوءِ مان پنج سال ڳوٺ ۾ نظر بند رهيس ۽ پيڪر لاءِ پڌم تہ هو بہ پهريائين ”مشرق“ ۽ پوءِ جنگ اخبار جو سرڪيوليشن انچارج ٿي ويو هو ۽ ڪيترن ٻين ساٿين کي بہ اخباري دنيا ۾ برسرروزگار آندو هئائين. ياد رکڻ گهرجي تہ هي اهو دؤر آهي. جڏهن ايوب خان سواءِ هڪ ٻن اخبارن جي باقي سيني اخبارن کي سلهاڙي هڪ نيوز پيپر ٽرسٽ ۾ مرڪوز ڪيو هو، جو پاڪستان جي ڪنهن انفرميشن آفيسر جي ڪارڪردگيءَ ۾ هلڻ شروع ٿيو ۽ اڄ تائين اهو ٽرسٽ وارو طوق اسان جي ڳچيءَ ۾ آهي ۽ اسان جا ڪيترائي پراڻا جڳادري، انقلابي، اديب ۽ اخبار نويس ان ئي اخباري ٽرسٽ سان واڳيل آهن.

پيڪر نقوي ستر جي ڏهاڪي جي آخر ۾ پڌم تہ ايم. ايس. او (مهاجر اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن) کي مشرف بہ انقلاب ڪرڻ ۾ لڳو پيو هو. اسان مان ڪيترا ئي دوست جيئي سنڌ تحريڪ جي ڪارڪنن کي سوشلزم ڏانهن مائل ڪرڻ ۾ مصروف هئاسون تہ پيڪر نقوي، اختر رضوي ۽ احمد احسان،

ايم ڪيو ايم کي جماعت اسلاميءَ جو "توڙ" پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا! جيڪڏهن ڪن مهاجر اڳواڻن کي سوشلزم ۽ ترقي پسنديءَ ڏانهن مائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ان ۾ ڪا "اربع خطا" ڪانه هئي، پر اها خطا اسان سيني کان ٿي جو فاشسٽن کي سوشلسٽ بنائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي اٿئون.

اسانجي دوست شاهه محمد دراني ءَ جي چواڻيءَ ته "سيبٽن" پيڪر نقوي ۽ علي طاهر جعفريءَ تي به پارٽيءَ ايڪشن کنيو هو. ١٩٨٥ع ۾ "انجمن ترقي پسند مصنفين" جي ٥٠ ساله ورسيءَ تي پيڪر نقويءَ مون کي اچي گولي لڌو ۽ سالها سال جي روداد چند منٽن ۾ مون کي ٻڌايائين، ڇا ته زندگيءَ هن سان ويل وهايا ها ۽ آخري پهر ۾ ڪيترو نه حاڪمن هن کي نوازڻ جي ڪوشش ڪئي هئي! جنگ اخبار مان پينشن تي هيو ۽ ڪينسر جو علاج ڪرائي رهيو هو. هلڪو ڦلڪو هڪ ڪاٺيءَ وارو پنج فٽو، پيڪر نقوي بلڪل ڊيٽول جي شيشيءَ مٿان ڇاپيل ٽوار جي نوڪ واري نشان واري ڏاڙهي سان هوندو هو. پر ڇا ته همت وارو شخص هو! جنهن زندگي کي پنهنجي ٻچن جي خوشين جو ٻليدان ڏئي پنهنجي ضمير جي آواز کي مڃيو ۽ جلابخشي، پيڪر چيو ته ايترو ساهس ڪونهيم، جو تن ڏينهن جي هن ادبي رهاڻ ۾ ويهي سگهان، صرف پراڻن ساٿين کي ڏسڻ جي سڪ ڇڪي آندو اٿم، ڏک اٿم ته جو ڪجهه اسان چاهيو هو سو نه ڪري سگهيا سي، پرووري فيض جو شعر دهرايائين.

"بلا سبي هم ني نه ديکا اور ديکين گي!!"

۽ اڻين پاڪر پاڻي ڇمي ڏئي هميشه لاءِ موڪلائي ويو ۽ سندس موت چند سالن کان پوءِ ملير جي ڪنهن مهاجر بستيءَ ۾ ٿيو.



● مون کي جڏهن چيو ويو تہ سويي جي ڪهاڻين (خاڪن) تي پيش لفظ لکان تہ مون سمجهيو تہ هي ڪتاب ڪنهن واڳهہ نک وانگر هوندو ۽ اساڪ بيبل جي ڪهاڻين جي ڪتاب "سرخ فوج" ۽ شولوخوف جي "ڊان وهندي رهي" ڪتاب وانگر هوندو. پر مون اهو جڏهن پڙهيو تہ ان ۾ گورڪي ۽ چيخوف وارو انداز ۽ ٽالسٽاءِ جهڙي نهٺائي ۽ انساني فطرت جي تصوير ڪشي هئي. دراصل اهي منشي پريم چند ۽ گرديو ٽئگور جي اسلوب جي قريب هو.

● سويي پنهنجي ڳوٺ ٻنڊيءَ ۽ ان جي آس پاس جي خوبصورت عڪاسي ڪئي آهي. هن ڪهاڻين جا ڪردار اهي ڏنا آهن، جن سان هن جو زندگيءَ ۾ واسطو پيو آهي. هڪ حقيقت نگار اديب وانگر، هن ڪردار نگاري ۽ منظر نگاريءَ تي وڏيڪ ڌيان ڏنو آهي، تشبيهہ، استعاري ۽ آرٽ جي ٻيءَ خوبيءَ ڏانهن گهٽ ڌيان ڏنو اٿس. اها ڳالهہ هن جي تحرير ۾ ڪائي کوٽ نہ ٿي آڻي، پر ان کي وڏيڪ فڪري بڻائي ٿي.

شيخ اياز

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پڪَ ڄاڻو ته اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيَن. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جٿن جٿن جاڙ وڏي تي ڄَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم ـ گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‍ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو بيجل بوليو)